# سُرها گُل

سيد اظهر گيلاني



سنڌي ادبي بورڊ





## سورهه سنڌي ادب




### صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# سُرها گُلَ

[اخلاقي، ادبي، ۽ نيچرل نظمن جو مجموعو]

مصنف

سيد اظهر گيلاني



سنڌي ادبي بورڊ

ڄام شورو سنڌ

2005ع

ڇاپو پهريون　　ڊسمبر 2005ع　　تعداد هڪ هزار

چترڪار
منظور حسين منگي

لپي آڪڻ :
عبدالحفيظ قريشي
سيد سڪندر علي شاهه ۽ سيد مير علي شاهه
مشين مٿي:
سيد علي رضا شاهه شيرازي

قيمت: ستر رپيا
[ Price Rs. 70-00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(فون ۽ فيڪس نمبر: 2633679 - 022)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ڇپائيندڙ پاران

يونان جي ڏاهي ارسطو چيو آهي تہ: "شاعري- فلسفي کان وڌيڪ ڳوڙهي ۽ تاريخ کان وڌيڪ سبق ڏيندڙ هوندي آهي." ساڳي ڳالهہ کي ذهن ۾ رکندي چئي سگهجي ٿو تہ: نظم ۽ شعر ۾ چيل ڳوڙهيون ڳالهيون، ٻارن کي وڌيڪ سمجهہ ٻڌائڻ لاءِ تاريخ جي اهم سبقن وانگر هونديون آهن. اهي سبق ٻارن کي جلد ياد ٿي ويندا آهن بلڪ سڄي حياتي ياد رهندا آهن. ڇاڪاڻ جو نظم جي لئہ، ڪچڙن ذهنن ۾ ڦرندڙ موسيقيءَ جي سنگم سان سندن اندر جي تــختي تي چِٽائيءَ سان اُڪرجي پوندي آهي. بورڊ پاران شروع ڪيل "ٻاراڻو ادب سيريز" لاءِ ڪيترائي شعري مجموعا ڇپائيءَ جي مرحلن ۾ آهن. انهن منجهان هيءَ ڪتاب "سُرها گل" بزرگ شاعر محترم اظهر گيلانيءَ جي طرفان ٻارن لاءِ ڪيل شاعري جو مجموعو بہ آهي. شاعريءَ جو هيءُ مجموعو ڪيترن ئي ورهين کان بورڊ جي لائبريريءَ ۾ بي درياقتو پيو هو. جنهن کي چنڊي ڦوڪي ٻارن جي مطالعي لاءِ پيش ڪيو پيو وڃي. هن شعري مجموعي ۾ ٻارن لاءِ ڪيترا ئي خوبصورت ۽ باتصوير نظم ڏنا ويا آهن. جن ۾ نصيحت ڀريا نُــڪتا ۽ ٻيءَ معلومات جا ڀنڊار موجود آهن. اُميد اٿئون تہ نظمن کي پڙهڻ سان نہ صرف ٻارن جي ڄاڻ ۽ شعور ۾ واڌارو ايندو، پر ڪين هيءَ ڪتاب بورڊ جي ٻين ڪتابن وانگر پسند ايندو.

(انعام الله شيخ)

سيڪريٽري

سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو، سنڌ

ڇنڇر ۴- ذوالقعد ۱۴۲۶هہ

بمطابق 7- ڊسمبر 2005ع

# فهرست

## [ ڪجھ پنهنجي باري ۾...... ]

ڪنهن شخصيت جي سوانح حيات عموماً ۽ خود نوشت حالات زندگي قلمبند ڪرڻ خصوصاً قلمڪار ڪي امتحان ۾ وجهڻ جي برابر آهي. بهرحال ارشاد تي چند لڪيرون ڪاغذ تي ڪيان ٿو. شايد انهن جي ملائڻ سان مطلب نڪري اچي. راقم الحروف تاريخ 27 جنوري سن 1918ع ۾ هڪ عالم و فاضل سادات ڊاڪٽر سيد اصغر علي شاھ جي گهر ۾ جنم ورتو. شعر:

اينڌي ۽ ويندي روئي ٿو، انسان بئي دفعا،
پنهنجي اچڻ تي پاڻ ٿي پٽڪو ڪيو اٿم.

منهنجو نالو انور علي شاھ تجويز ڪيو ويو. ڏاڏي لاڏ ڪوڏ سان پلجي جوان ٿيس. والد صاحب زميندار ۽ هوشيار. شڪل ۽ شباهت جو ناهوڪو. راڳ جو چاهو ۽ راڳ ٻڌڻ جو ڏاڍو شوقين هوندو هو. سنڌ خواھ هند جا مشهور ڳائيندڙ الهڏنو خان ٽوناري، منو خان، غلام علي خان وڏو، غلام علي خان ننڍو اسان جي بنگلي ۾ هفتن جا هفتا رهي فن جو مظاهرو ڪندا رهندا هئا. ان دور ۾ سائين عبدالخالق صاحب صوفي "غمدل" ۽ پنهنجي فقرا" سان گڏ ايندا ۽ عارفانا ڪلام ڳائيندا هئا. سنڌ ۾ حضرت غمدل ڪافيءَ جو وڏو شاعر آهي. آءٌ انهن جي تتبع تي ڪافيون چوندو هوس. فقير صاحب جي ڪلام سان گڏ اهي ڪافيون ٻه ڳايون وينديون هيون. شعر:

روح جـــي راحـــت آهـــي راڳ،
مـــن جـــي مســرت آهـــي راڳ.

منهنجي ابتدائي اعليٰ تعليم ۽ تربيت گهر ۾ ٿي. ظاهر تعليم لاءِ اسڪول ۽ مدارس موجود هئا. جتان انگريزي، فارسي ۽ عربيءَ جا نادر نڪات ۽ سودمند اسباق عطا ٿيا. "علم جي در" تان جملي علوم ۽ فنون عنايت ٿيا. جن جي ابتدا "من عرف نفسه فقد عرف ربه" منظوم ترجمو ملاحظ فرمايو:

جنهن پاڻ کي سڃاتو، ان رب کي سڃاتو،
انسان ٿئي ٿو اشرف، چانڊ جي روشنيءَ ۾.

مون چوڏهن ورهين جي ڄمار سن 1932ع طالب علميءَ جي زماني کان شعر چوڻ شروع ڪيو آهي. ابتدائي چاڻ حضرت غمدل کان مليو. علم عروض هفت زبان شاعر و اديب، فقير روشن ضمير تارڪ الدنيا علامه تارڪ رح علوي جن جي مهربانيءَ جو نتيجو آهي. اردوءِ ۾ علامه سيماب اڪبرآبادي رهنمائي ڪئي. سن 1915ع حضرت حاجي محمود صاحب خادم، جناب علي محمد صاحب قادري، علامه تارڪ جي ڪوشش سان "جمعيت الشعراء" سنڌ جو پايو پيو. نالو علامه صاحب جي تخليق آهي. هن علم جي شمع تي ادب جا پروانا گڏ ٿي ويا. صوبي ۾ علم عروض پکڙجي ويو. آءٌ سيڪريٽري جنرل جي حيثيت سان شامل ٿيس. هن وقت صدر جي اعليٰ عهدي تي فائز آهيان. مون جملي اصناف سخن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ان ۾ اهلبيت سان اظهار عقيدت ۽ غزليات جو انگ زياده آهي. شعر:

غزل هڪ آن ۾، اظهر ٿو لکجي،
اها طبع رسا آ، مان نہ آهيان.

راقم الحروف نظم ۽ نثر ۾ ٻہ سو ڪتب قلمبند ڪيا آهن. انهن مان هڪ سو ٻارهن ڪتب صرف نظم جا، باقي نثر ۾ شمار آهن. {112} ڪتابن مان سنڌي زبان جي 52 حرفن تي، حمد، نعت، منقبت، اخلاق، طنز و مزاح وغيره تي چوويهہ رديف وار ديوان آهن. مشرقي زبانن ۾ هي پهريون ۽ پريون مثالي ڪم ۽ سنڌي ادب ۾ اضافو آهي. منهنجي اشعار جوانگ هڪ لک

کان تجاوز ڪري ويو آهي. شاگرد ڪافي آهن. چند نالا تحرير ڪجن ٿا: ڊاڪٽر جناب نواز علي صاحب شوق، ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي، جناب ارشد انڍڙ، جناب حاتم جانوري روهڙي، ماسٽر چندر گرامون فون سنگر، سليمان شاهه سالم د بيروي، غلام محمد غازي عبدو شڪارپور، بيخود بلوچ پنوعاقل، بيوس بلوچ گهوٽڪي، سيد نورگيلاني گهوٽڪي، سيد واجد گيلاني. مون سن 1946ع ۾ هفت روزه "عالمگير" لاڙڪاڻي مان جاري ڪري، صحافت جي ميدان ۾ پهريون قدم رکيو. سن 1951ع سکر مان سچ، افلاطون، پڙاڏو، جاويد، هفت روزه آفر ۽ سن 1963ع ۾ هفت روزه ذوالفقار، گهوٽڪيءَ مان جاري ڪئي، ابتدا ۾ هي علائقو آفريڪا وانگر اونداهو ۽ سردارن جو ڳڙهه رهيو آهي، مون راشي ڪاموري سيٽيل سردار، ظالم زميندار، نيم ملا، پيشه ور پير جي خلاف قلم کي گردش ۾ وڌو، غريب ۽ اٻوجهه عوام جي خدمت ڪرڻ عين فرض سمجهي، انهن جي حقن لاءِ جدوجهد جاري رکي. گويا اخبار جو دفتر شڪايت جو مرڪز بڻجي ويو. وڏيرن آڇون ڪيون، دوستي جو هٿ وڌايو ويو. مگر آءٌ قطب نما جي سُئيءَ وانگر مرڪز تي مضبوط رهيس. آخرڪار انهن پوليس کي راضي رکي، ڪوڙا فريادي ۽ مسواڙي شاهد ڏئي مقدمات جو سلسلو شروع ڪيو. تاحال 62 ڪوڙا ڪيس داخل ٿيا. مقدمات جي ڀرمار مون کي فائدو ڏنو. خدا جي فضل سان باعزت بري ٿي ويس. مون سان عوام جو مڪمل ساٿ ۽ غريبن جون دعائون هيون:

غريبــن کــي چڱــو اظهــر لڳــان ٿــو،
غريبــن جــي دعــائن تــي ٽڳــان ٿــو.

انهيءَ دور ۾ جناب ڀٽي صاحب جي حڪومت آئي، اخبار کي هيڪاري تقويت حاصل ٿي، وڏيرن جا ارادا خاڪ ۾ ملي ويا. هيءَ اخبار تقريباً چاليهه سال مسلسل آب و تاب سان نڪرندي رهي، ۽ 10 جنوري 2000ع ۾ بند ٿي. ڪامورن اشتهارات بند ڪري ڇڏيا هئا. سارو وقت پنهنجي مدد پاڻ جي اصول تي زنده رهي. مون جداجدا اوقات ۾ جن سياسي ۽ غير سياسي ادارن ۾ شرڪت ڪئي آهي. خاڪسار، ڪانگريس، هاري ڪميٽي، پاڪستان پيپلز پارٽي، انجمن مديرانِ جرائد سنڌ، مسلم ليگ (ن)، صدر آل محمد، صدر بزم تارڪ، صدر بزمِ حافظ ملت پاڪستان، صدر جميعت الشعراءِ سنڌ. مون مختلف اوقات ۾ هز ماسٽرس وائيس رڪارڊنگ ڪمپني ڪراچي ۽ دهلي، ڪولمبيا رڪارڊنگ ڪمپني لاهور، ينگ انڊيا رڪارڊنگ ڪمپني بمبئي جي رڪارڊنگ آفيسر ۽ شاعر جي حيثيت سان، سنڌ جي مشهور فنڪارن کان پنهنجو ڪلام رڪارڊ ڪرايو آهي. ماسٽر چندر، خانصاحب منو خان، پروفيسر سونا خان، ميوزڪ ڊائريڪٽر گلشن صوفي، سيد منور علي شاهه، جيوتي ٻائي، عصمت بانو، حميده بيگم، سنڌيءَ جي پهرين فلم "ايڪتا" جي هيروئن بيگم آرا ۽ ٻين راڳين کان رڪارڊ ڪرايو آهي. منهنجي ذاتي "تارڪ لائبريري گهوٽڪي" ۾ نادر ۽ ناياب قلمي ڪتابن کان علاوه مختلف علم و فنون تي ڏهه هزار ڪمياب ڪتب، اهل ذوق کي مطالع جي دعوت ڏيندا رهن ٿا. سن 1948ع موجوده حاجي ڪئمپ ڪراچي تنبن ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم ڪئي وئي هئي. زيڊ.اي بخاري ڊائريڪٽر جنرل هو. آءٌ سنڌي سيڪشن جو انچارج هوس. هندو فنڪار انڊيا هليا ويا هئا، حالتون قابلِ برداشت نه هيون. وقت کي ڌڪي ڏيڻ لاءِ مون گيتن ڀري ڪهاڻي شروع ڪئي، ان سان گڏ سنڌي طرحي مشاعرا ٿيڻ لڳا. مٿيون ٻئي رٿون منهنجي ذهن جي پيداوار آهن. بعد ۾ ٻين انهيءَ انداز جي پيروي ڪئي، سير و سياحت، شاعري، موسيقي، ڪتب بيني، ڪتب نويسي محبوب مشغلو رهيا آهن. ها جواني ۾ شڪار جو شوق به رهيو:

"رهيــو شــوقِ شــڪار اظهــر جوانــي ۾
هينئر تيرِ مصائب جو شڪار آهيان."

{سيد اظهر گيلاني 15- فيبروري 2005ع}





# انتساب

چوڏهن معصومن جي مبارڪ نالي

- اظهر گيلاني

بسم الله الرحمٰن الرحيم

## مُنڍ

شاعري هڪ لطيف فن آهي، جيڪو انسان جي دل ۽ دماغ تي هڪ وجداني ڪيفيت طاري ڪندو آهي. شاعري نہ صرف جوانن ۽ معمر ماڻهن، بلڪ ٻارن جي دلين تي بہ جادوءَ جو اثر رکي ٿي. نثر جي بار بار پڙهڻ سان انسان جي دل ڪـُـٽجي ٿي پوندي آهي، ان جي ابتڙ نظم کي جيترا دفعا پڙهبو، ان مان هر ڀيري نئون حظ ۽ لطف ملندو آهي. اڪثر ڪري ڏٺو ويو آهي تہ نظم ۾ ڪيل ڳالهيون، وڏن خواهہ ننڍن جي دلين تي آسانيءَ سان نقش ٿي وينديون آهن. اڄ جا ٻار آئيندي جا ابا، علمي، ادبي ۽ دنيا جا معمار ثابت ٿيندا. انهن جون پنهنجي وڏن، خواهہ ملڪ جي شاعرن ۽ اديبن تي وڏيون ذميواريون عائد ٿين ٿيون. دنيا جي سڌريل "ترقي يافتا" ملڪن ۾ ٻارن جي تعليم ۽ تربيت تي خاص ڌيان ڏنو ويندو آهي، انهن جي وندر ۽ وروونهن، ذهني اوسر ۽ شوق پيدا ڪرڻ لاءِ مناسب ۽ موزون مواد مهيا ڪيو ويندو آهي.

اها افسوسناڪ حقيقت آهي تہ سنڌ صوبي ۾ ورهاڱي کان پوءِ ٻارن جي لاءِ ڪتاب گهٽ ڇپيا آهن، خاص طرح نظمن جا مجموعا تہ نہ هجڻ جي برابر آهن. تقسيم کان اول انهيءَ ڏس ۾ نظم جا هيٺيان ڪتاب ڇپيا هئا:

(1) "بهارستان" از: ڪشنچند بيوس 1929ع، (2) "ساموندي سپون" از: ڪشنچند بيوس 1929ع، (3) "احسن الاخلاق" از: حافظ محمد احسن 1935ع، (4) "گل نو بهار" از: جمع خان 1935ع، (5) "شعر بيوس" از: ڪشنچند بيوس، (6) "تصويرِ احساس" از: پرسرام ضيا، 1943ع، (7) "نوبهار" از: پيرومل غريب 1945ع، (8) "پيغامِ عزيز" از: ليڪراج ڪشنچند عزيز 1946ع، (9) "جهونگار" از: هوند راج دکايل 1946ع، (10) "سوکس ناگرڪ و گيان" از: آغا تاج محمد 1946ع، (11) "شاعراڻي شمع" از: ليڪراج ڪشنچند عزيز، (12) "زندگي" از: نرمل جيوتاڻي 1947ع وغيره. ٻارن جي ترجماني ۽ طرفداريءَ لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جو رسالو "گل ڦل" ڏاڍو ڀاڳ پتوڙي رهيو آهي، ليڪن ايڏي وڏي خال کي ڀرڻ لاءِ هڪ رسالو ناڪافي آهي، دراصل ٻارن جي دلچسپيءَ ۽ معيار بلند ڪرڻ لاءِ نظم ۽ نثر جي ڪتابن جي ڏاڍي ضرورت آهي.

مون اها ڪمي محسوس ڪندي، ٻارن جي وندر ۽ ذهني اوسر کي ذهن ۾ رکي هيءَ ڪتاب "سرها گل" لکيو آهي، پنهنجي خوشي سان بورڊ جي حوالي ڪري رهيو آهيان. هن مجموعي ۾ اخلاقي، ادبي نظم بہ شامل آهن. ڪتاب جي مڙني مضمونن ۾ عمدا ۽ اعليٰ، سليس ۽ بامحاورا ٻولي ڪم آندي وئي آهي، اخلاق جي بلنديءَ جي تعريف ۽ تلقين اهڙي وڻندڙ ۽ انوکي انداز ۾ ڪئي وئي آهي، جيئن پڙهڻ وارن کي اهو احساس ٿئي تہ نصيحت جي ڪڙي دوا کي "هوميوپيٿي" جي مٺاڻ سان گڏ ڪارائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

هن ڪتاب ۾ 55 نظم ۽ جملي 745 اشعار موجود آهن. اُميد واثق آهي تہ اسان جون ذهين ڇوڪريون ۽ هوشيار ڇوڪرا هن شاعراڻي تحفي کي بيحد پسند ڪندا. اسان جو صلو ۽ انعام، معاوضو ۽ اُجورو، صرف انهن جي خوشي ۽ خوشنودي آهي.

17 - ربيع الثاني 1400هہ

5 مارچ سن 1980ع

سيد اظهر گيلاني

اسلام آباد.

# ڏڻيءَ جي تعريف

زمين، آسمان، چنڊ، سج ۽ ستارا،
سڀئي تنهنجي قدرت جا آهن نظارا.
ڪڏهن آهه سردي، ڪڏهن آهه گرمي،
ڪڏهن آهه سختي، ڪڏهن آهه نرمي،
ڪٿي باغ آهي، ڪٿي آهه صحرا؟
ڪٿي آ جبل، ۽ ڪٿي آهه دريا؟
تون ڌرتي جي سيني مان اَن ٿو اُپائين،
اهو آدمي جي غذا ٿو بنائين!
تون نديءَ، وڏي جو نگهبان آهين،
تون ڪوئي ڪري جو نگهبان آهين!
غريبن جو وارث، اميرن جو مالڪ،
تون شاهن جو والي، فقيرن جو مالڪ!
تون رزاق، سڀ کي ٿو روزي رسائين،
ڏمرجين ته ڏين، وقت تي ٿو سدائين!
تون خالق، تون مالڪ، تون داتا، تون باري،
هي مخلوق ساري، تڳي تنهنجي تاري!
جي ناراض ٿين، شهر ويران جهٽ ۾،
ڪرين مهر، محلات اڏجن ٿا پٽ ۾.
تون جنهن کي ٿو چاهين، ته عزت نصيب آ،
تون جنهن کان ٿو منهن موڙين، ذلت نصيب آ!
تون دائم پيو، قائم پيو، تو کي ئي بقا آ،
سوا تنهنجي دنيا جي هر شيءِ فنا آ!
اي پارو، خدا پاڪ جا گيت ڳايو،
فقط ان جي اڳيان ئي سر کي جهڪايو.

(مدرسہ قاسم العلوم، گهوٽڪي، 7- فيبروري 1980ع)

# مقدس وطن

شاد ۽ آباد رهه منهنجا وطن، تنهنجي عزت جي مٿان قربان ڌَنَ،
تنهنجي نالي تان نڇاور جان و تن. اي وطن منهنجا وطن پيارا وطن!
اسم تنهنجو، جسم تنهنجو پاڪ آ، تنهنجي الفت جو دلين ۾ تاڪ آ،
غيرت افلاڪ تنهنجي خاڪ آ، جت ملائڪ پڻ اچي سجدا ٿا ڪن.
اي وطن، پيارا وطن!

تنهنجو ذره ذره آهي آفتاب، تنهنجو قطره قطره گوهر بي حساب،
تنهنجو هر هڪ خار آ، مثلِ گلاب، تنهنجو رڻ پٽ ٿو لڳي رشڪ چمن.
اي وطن، پيارا وطن!

پنج دريا، تنهنجي سيني مان وهن، بياس ڇا چناب، ۽ راوي چون؟
سنڌو ۽ ستلج رهن ٿا موجزن، سرزمينِ پاڪ کي سيراب ڪن.
اي وطن، پيارا وطن!

غيرتِ فردوس، تنهنجون سرحدون، ڪوثر و تسنيم نالا ۽ نديون،
گوهر و الماس، پربت ۽ پٿون، تنهنجو هر ذره ٿيو رشڪ چمن.
اي وطن، پيارا وطن!

اي وطن تنهنجي محبت فرض آ، اهل دل ۾ تنهنجي عزت فرض آ،
شاعرن تي تنهنجي مدحت فرض آ، فرض ۾ هشيار ڪن ويچو وجهن؟
اي وطن، پيارا وطن.

شاهه ڀٽ تي شاعرِ جادو بيان، ۽ درازن ۾ سچل آهي عيان،
لعلوانڪ ۾ آ تارڪ نڪته دان، روهڙي ۾ بيڪس و بيدل رهن.
اي وطن، پيارا وطن!

تنهنجو ناصر، ۽ محافظ آ خدا، مصطفائيءَ لاءِ آهي مصطفيٰ،
قلِ مشڪل واسطي مشڪل ڪُشا، تنهنجا "اظهر" حامي آهن پنجتن،
اي وطن، پيارا وطن!

(قصرالادب، گهوٽڪي، 19- ڊسمبر 1978ع)



# علم



علم خدا جي رحمت آهي،
سڀ کان بهتر دولت آهي.
علم خدا جو آهي جوهر،
جنهن کان گهٽ هي لعل ۽ گوهر.
فاني آهي سيڪا دولت،
علم ۾ آهي رمز ۽ حڪمت.
دنيا دولت ختم ٿئي ٿي،
علم جي دولت ڪين کٽي ٿي.
خرچ ڪرڻ سان وڌي وڃي ٿي،
خرچيندڙ جو ناءُ ڪڍي ٿي.
دولت کي ٿو چور تڳائي،
علم کي ڌاڙو هٿ نہ لڳائي.
علم کي ڪير کٽائي سگهندو؟
عالم ڪين لٽائي سگهندو!
علم پڙهڻ سان جهنگلي جاهل،
بڻجي وڃي ٿو سمجهو، قابل.
علم ڇون لا "ٽين اک آهي"،
ڏنو هي ڏس آ "**اظهر**" ڏاهي.

(ڳوٺ ڪمال مشوري، 8- جنوري 1980ع)

# فجر جو ٽاٽو

ستارن سُري، رات کان موڪلايو، چراغن چيو "بس اسان کي وِسايو"،
اونداهي پَلو پائي، منهن کي لڪايو، اڇي جوت دنيا سان رستو وڌايو،

وڻن تي پکي ٿا مٺا ٻول ٻولن،
خدا جي ثنا ۾، زبان پنهنجي کولن.

چمن ۾ ٿي بلبل ٽپي، گيت ڳائي، ڀَنَور واس وٺندي، ٿو چڪر لڳائي،
پپيهي جي "پي پي" صدا ٿي ستائي، ڇڏي ڪوڪ ڪوئل جي هِردو ڏڪائي،

ڇَتُونءَ جي گلستان ۾ چونگار آهي،
ٿي جهرڪين جي جهرمر ۾ جهونگار آهي.

ڪري ماڪ ٿي منهن گلن جا صفا ڏس، پکيڙي آ خوشبو چمن ۾ هوا ڏس،
هوا صبح جي، آهه راحت فزا ڏس، رسائي مريضن کي روحي غذا ڏس،

مکمل طرح سان ٿيو سوجهرو آ،
نظر کي پري اوري، پوندو پَرو آ.

هو الله اڪبر جي آئي صدا ڏس، وضو ساري مسجد وڃن پارسا ڏس،
هرن لاءِ هاري هٿيءَ ڏي، هليا ڏس، ڪري اڳ ۾ پنهنجا مٿارا ڏِڳا ڏس،

هو ڌرتي جي سيني ۾ هرکي هلائي،
اجهو ٿا ڇڏن اَنَ جا انبار لائي!

لبِ آسمان کي لڳي ويئي سُرخي، ضيا پاڻ هُرتو، رهٽي آهه مُشڪي،
اڇن ٿيون شعاعون مٿان، هيٺ ترڪي، وئي زعفراني ٿي اُگونا هي گيتي،

وڌي جوت ڌرتيءَ سان رشتو وڌايو،
تعلق وڌايو، ۽ رستو وڌايو.

شفق مان بسنتي چمڪ منهن پَسايو، بهار و خزان پاڻ ۾ هٿ ملايو،
تکڙ ساڻ زردي، قدم کي وڌايو، پهاڙن جي چوٽين کي رنگين بڻايو،

رکيو سُون جو ڇٽ وڻن سر تي "**اظهر**"،
ٿيو صبح، قدرت هي جرڪايو جوهر.

(درگاهه علامه تارڪ. 9- ڊسمبر 1979ع)



# صبح جي هوا

هوا پنهنجي جوهر پسائي هلي وئي،
جي مُکڙيون هيون، گل بڻائي هلي وئي.
جي گل ها انهن کي کلائي هلي وئي.
جا ساوڪ سُتل هئي، اٿائي هلي وئي.
گلن جا ڏئڻ منهن، گلستان ۾ آئي،
پَلَو ماڪ ۾ پر پُسائي هلي وئي.
چمن ۾ شرارت جي خاطر تي داخل،
گلن کي گلن سان، ملائي هلي وئي.
لجاڙُو ڪلين کي، ڪري ڪِتڪتائي،
لجِي ٿي نہ ليڪن، لجائي هلي وئي.
ڪٿي آئي سرهاڻ جا مڻ مٿي تي،
زماني ۾ خوشبو ڪِنڊائي هلي وئي.
جتان پي سڏي ٿي، هٿي ڪين پٺتي،
وڏي تيز تر وک وڌائي هلي وئي.
جي ڪنهن ڪنڊ ڦاٽي، تہ اٽڪل سان فوراً،
وڪڙ ڪائي، رخ کي مٽائي هلي وئي.
ٿي واڪا وڻن جا، بڌا اهلِ گلشن،
وڻن جا وڏي، وڻ وڄائي هلي وئي.
ڏسي غنچہ و گل لُڏو ساهہ کڻندي،
جلي جوش ۾ جند جڏائي هلي وئي.
خبر ڪانہ پئي، ويئي ڪيڏانهن هڪدم،
گلستان مان واري وسائي هلي وئي.
اي "اظهر" هوا سڀ کي راحت رسائي،
لٿي مونجهہ من تان، مسرت رسائي.



(راهي منزل، ميهڙ، 10- ڊسمبر 1979ع)

# [شام]

ڌرتيءَ ۾ سج ٿـمي هٽي ٿو،
عجيب منظر نظر اچي ٿو.
ڳـاڙها، هيڊا، بـادل، نظرن،
ڪـارا، نيرا، بادل، نـظرن.
پکي وڃي آکيـرن ۾ پهتا،
ڪامي ڪم تان، گهر ڏي موٽيا.
پورو ٿي ويو ڏينهن جو پهرو،
پاڇو پيو آ، رات جو گهرو.
اونداهي ٿـي پـائي ليئا،
ماڻهن گهر گهر ٻاريا ڏيئا.
مسجد، مـندر، گرجا، روشن،
بازارين ۾ بلب ٿا چمڪن.
هُل هنگامون بند ٿيو آ،
غلبو ننڊ ٻـارن تـي ڪيو آ.
گُپ چُپ جو ٿو ڏسجي عالم،
رات جي فوج وئي ٿي قائم.
ڏينهن جي محنت سڀ کي ٿڪايو،
"اظهر" گهيرٽ ننڊ جو آيو.



(امام بارگاهه، جروار، 9- جنوري 1980ع)

# [تارا]

چمڪن ڪول ڪول تارا      دل کي لڳن ٿا پيارا

ٿا رات ساري ٽمڪن      ساعت نه هڪڙي ننڊ ڪن

ڦاڙي اکيون ڏسن ٿا      غافل ڏسي ڪِلن ٿا

تارا رهن نه غافل      تارن کي سمجهو عاقل

تارن جي ڏس تي هلندا      دنيا جا قافلا ها !

هو اڄ به ڪٿ ڪنسائن؟      رستو سڄو ٻڌائن

تارن کي جو سڃاڻي      مرڪون اهو ئي ماڻي

ساعت ڏسن ستارا      عامل هڻن ٿا دارا

ڪو چند پير پائي      تارا وڃن ڪُنائي

جڏهن روشني وڏي ٿي      محفل به ٿُن ٿئي ٿي

تارا ٿا منهن لڪائن      لڪ چپ جو فن ٻڌائن

جي ٿا پڇو حقيقت      تارا فلڪ جي زينت

آڀ تي چڙهي اي "اظهر"      موتين جي آهه چادر

(اصغرآباد. 13- جنوري 1980ع)

# [چنڊ]

چوڏهين، جي رات ڏي چمڪندار چنڊ،
وڳ ستارن کي ڏسي تروار چنڊ.
فوج تارن جي ساڻ آ، تيستار چنڊ،
فوج ان جو آ سپهه سالار چنڊ.
ڏسندي ڏسندي تو وجي جهڙ ۾ لڪي،
تو ڪري ماٺهن ڪان شايد عار چنڊ.
چوڏهين، جي رات، دريا تي ڏس،
غسل صحت تو ڪري تروار چنڊ.
ڪٿ تو پيشاني پرين جي ساڻ لڳي؟
آ پرين جي پير جي پيزار چنڊ.
منهنجي چنڊ جو پير، چوڏهن چنڊ لهي،
پل ڪري پيو سو دفعا سينگار چنڊ.
چنڊ جي چانڊاڻ موتين جي مثال،
چوڏهين جي رات گوهر بار چنڊ.
وڃ هي وڃجي ڪو، وڃڻهار لي،
آهه چانڊوڪي، جو شاهوڪار چنڊ.
چوڏهين، ڪان، لٿي تو نظرن جو شڪار،
پندرهين، جو ٿي پئي بيمار چنڊ.
ماءُ کي چئي تو تہ "لاهي ڏي مون کي"
جٿن ڏسي تو آسمان تي هار چنڊ.
سج جي روشن، پريل هازار ۾،
روشني، جو تو ڪري واپار چنڊ.
چنڊ گرهڻ توڙي متس گهيرو ڪري،
تہ بہ ڏئي تو وجهه وٺي چمڪار چنڊ.
اهل دانش چنڊ کي مٽي سڏن،
تي ورهر مٽي، سان مٺيادار چنڊ.
چنڊ تي "اظهر" لکيو هي نظم آ،
تنهنڪري ان جي ڪري چوڏار چنڊ.

(دفتر روزنامہ مهراڻ، حيدرآباد، 11- جنوري 1979ع)

## [درياهه]

مان جهنگ جهر جي رونق وڌائيندو آهيان،
وهي، واهه پٽ تي وهائيندو آهيان.

مان پوکن کي پاڻي رسائيندو آهيان،
سلن کي آياري، بچائيندو آهيان.

سهي سور سر تي، سدائين سوايا،
زماني کي راحت رسائيندو آهيان.

سي ڏونگر جا ڏک، ۽ هي سختيون سفر جون،
سهان ٿو، نه هرگز ٻڌائيندو آهيان.

ڪشالا ڪري ٿو، وجي پهچان جت ڪٿ،
وڏي وهڪري کي وڌائيندو آهيان.

پهاڙن جي وڪڙن ۾، لاهين کان لهندي،
ٿي سرمست ملهار ڳائيندو آهيان.

تجارت جي ڪم کي ترقي رسايان،
مان سيني تي ٻيڙيون هلائيندو آهيان.

اچي گرم ڌرتيءَ حبي دل کي ٿو ٺاريان،
چمن ۾ نئون رنگ لائيندو آهيان.

شفا جو اثر منهنجي پاڻيءَ ۾ آهي،
پيئڻ سان ٿي صحت رسائيندو آهيان.

جڏهن مون تي ساوڻ جو پاڇو پوي ٿو،
تڏهن زور پنهنجو پسائيندو آهيان.

سڪائي سيارو جي گهٽ، گهيں ڊورا،
انهن کي نئين سر وهائيندو آهيان.

وهان هڪ - ڪرو ٿو، بيائي ڪٿي آ؟
ڪنارن ٻنهي کي رسائيندو آهيان.

چرندن جي پرگهور لهندو رهان ٿو،
پرندن جون آسون پڄائيندو آهيان.

ٿو انسانيت تي رهي منهنجو لورو،
نه احسان پنهنجو جتائيندو آهيان.

جي سڪ سان سڄا، منهنجو دامن وٺن ٿا،
انهن کي مان سائو بڻائيندو آهيان.

عبادت ڪان اڳ ۾ وضو ٿو ڪرايان،
بشر کي پوتر بڻائيندو آهيان.

زماني ۾ فيض ۽ ڪرم آهه جاري،
سدا گنج پنهنجو لٽائيندو آهيان.

ڀلائي ڪرڻ آهه عادت ازل کان،
ڀلا ڀال سڀ تي ڀلائيندو آهيان.

ٿو هر ڪنهن سان نيڪي ڪريان، نيڪ ٻڌجي
وسان ڪين "اظهر" گهٽائيندو آهيان.

ڪريو بي غرض ٿي چڱا ڪم چتائي،
وڃو پنهنجو دنيا ۾ نالو ڪڍائي.

(قصر الادب، گهوٽڪي. 3- جنوري 1980ع)



# [برسات]

ڪارا ڪڪر اچن ٿا،     فوجن جيان هلن ٿا،
گڙ گڙ ڪيو گجن ٿا،     ڦڙ ڦڙ ڪيو وسن ٿا،

موتي ڪرن ٿا پٽ تي،
ڇا گهير تي، ڇا گهٽ تي؟

جُهڙ مان ڪِنوڻ ڏسي ٿي،     پوکن کي اک هڻي ٿي،
برسات سخت پئي ٿي،     درياهه ٿي وهي ٿي،

بارش ۾ شور آهي،
پاڻيءَ کي زور آهي.

ٻارن جي راند آهي،     ڪپڙا لڳن تان لاهي،
برسات ۾ پيا ڪاهي،     ڪنهن کي بہ خوف ناهي،

سختي هجي يا نرمي،
سردي هجي يا گرمي.

تڏڙي هوا لڳي ٿي،     جيءَ ۾ گهڙي وڃي ٿي،
ڪايا سڄي ڏڪي ٿي،     سردي اچي گُهٽي ٿي،

گهر ۾ پناهہ ملندي،
راحت بہ واهہ ملندي.

وَڻ ٽِڻ ڪيو غسل صحت،     آئي گلن ۾ رنگت،
جاڳي زمين جي قسمت،     **"اظهر"** ٿي حق جي قدرت،

ڪَکَ پَن ۾ ساهہ آهي،
سرسبز گاهہ آهي.

(قصر الادب، گهوٽڪي. 28- ڊسمبر 1979ع)



# [سردي]

انهيءَ جو نالو سردي آهي، اڄ گهرن ۾ زوريءَ ڪاهي.

جڏهن سيپٽمبر ماهه ٿو گذري، تڏهن هلي ٿي جهنڊو ناهي.

مهمان ٿي جو ڪنهن وٽ ايندو، چانهه ۽ ڪافي کي ٿو چاهي.

ڏينهن جو ڪوٽ ۽ سُئيٽر تَن تي، رات جو اوڇڙ پائي ساهي.

گرمي مٽن منهن، سرديءَ ترلو، چڱن ڀلن کي وجهي ٿو ڦاهي.

"انهن کي سردي سبق سيکاري"، چون ٿا جيڪي "سردي چاهي؟"

انهن جا سردي وڻ ٿي وڃائي، جن جي تن تي ڪپڙو ناهي.

امير هيٽر تي هٿ سيڪن، غريب مَچ تي اچن ٿا ڪاهي.

پوهه جو پارو پناهه رب جي، پارو شوڪ جو ڪر ٿو لاهي،

هاريءَ کي آ گُلتي ان جي، تصوير جهڙو آ ٻاري ڳاهي.

ڪوهيڙي جي پردي ۾ پوڪان، وڃي وجهي سڀ ڳاهي ڳاهي،

ڏينهن ننڍا ۽ راتيون اڪنيون، ڏيو هي ڏس آ "اظهر" ڏاهي.

لڳندي سردي ڪير ڪنارو

سو گهر ۾ پهچو ستارو

(سرحد، 21- ڊسمبر 1979ع)



# [بهار]

قــدرت ڪـئي يلائي،     ســرديءَ جي ٿي صفائي،
ڏسجي ٿي خوش خدائي،     هــرچيز آهــ ســائي،
وڻ وڻ ۾ آهــ وائـي،
آئـي بــهــار آئـي!

وٽندڙ هــوا لــڳي ٿي،     خوشبو ڪنيون اچي ٿي،
دل کي خوشي رسي ٿي،     نئين زنــدگي ملي ٿي،
ڪــافور ٿــي اڳهائي،
آئـي بــهــار آئـي!

هرهڪ ڪلي ٽــي،     منهن ماڪ سان ڌُئي ٿي،
پاڻي هــوا اڳهي ٿــي،     مڪڙي جي گُــل ٿئي ٿي،
ســرهــاڻ ڏي سدائي،
آئـي بــهــار آئـي!

ڏسجي چمن ٿــو ڇهرو،     رنگ آ گُــلن جو گهرو،
بلبل ونــي ٽــي بهرو،     پون پون ڪري ٿو پونرو،
ڪـوئـل ڏنڌي مچائي،
آئـي بــهــار آئـي!

پاڻي ٿي بــرف پگهري،     پهچي سمنڊ ۾ جلدي،
پــوڪــون پچائي پهچي،     دنيا کي گهرج آ جي،
اَنَ سان ٿي سپ سٽائي،
آئـي بــهــار آئـي!

سردي جــو گُــم نشان آ،     گرميءَ جو رخ عيان آ،
دريـــا روان دوان آ،     "اظهر" اهو بيان آ،
پــاڻــيءَ جــي آ چڙهائي،
آئـي بــهــار آئـي!



(علي واهڻ. 4- جنوري 1980ع)

# [گُل]

گُل جي سهڻي سوِيبا صورت، گُل جي آ من مهڻي مورت،
گُل ۾ نرمي، ناز، نزاڪت، گُل ۾ آ خوشبوءِ رنگت،
هوا لڳي ٿي، ڪِندائي خوشبو،
پري پري پهچائي خوشبو.
گُل سان بلبل جي آ اُلفت، گُل سان پونر جي روحي رغبت،
گُل تي پرواني جي طبيعت، ماکيءَ جي مک رکي ٿي چاهت.
سين کي آهي دعوت گل جي،
ڪنهن سان ڪين عداوت گل جي.
گُل ٿئي شاهہ جي جَنّ جي زينت، قبر تي چاڙهن ڀهر عقيدت،
گُل مان جوڙن عمده شربت، گُلقند سالم رکي ٿو صحت،
گُل جو عطر ڏي روح کي راحت،
مغز کي پهچائي ٿو طراوت.
گُل تي آهہ ڪنڊن جو پهرو، تڏهن بہ گهاري چاق ۽ چهرو،
ناز، نزاڪت ۾ آ نهرو، گهمڻ وارن کي چئي ٿو ٿهرو،
”وٺي وڃو سرهاڻ جو تحفو!
صبر، حيا، ۽ چاڻ جو تحفو!“
جيڪو انسان جنگ ڪٽي ٿو، جيڪو زيارت ڪري وري ٿو،
جيڪو گهوٽ ٿي لائون لهي ٿو، جيڪو پي ڪر چڱو ڪري ٿو،
ان کي ”**اظهر**“ هار پـون ٿا،
گُلن جي ماڻهو ورڪا ڪن ٿا.

(ضلع ڪائونسل هال، سکر. 15- ڊسمبر 1979ع)

# [گُل سان گفتگو]

اي گُل ڏس تون ناخوش ۽ چُپ ڇو رهين ٿو؟

گلستان ۾ رهندي به سختيون سهين ٿو.

تون انسان جي محفل ۾ زينت جو باعث،

تون ايندي، ۽ ويندي جي عزت جو باعث.

چمن ۾ ڪري تنهنجي، مالهي ٿو خدمت،

انهيءَ هوندي بي آهين، غمگين صورت.

هوا صبح جي، توکي ننڊ مان اُٿاري،

اچي ماڪ، آهستي منهن تي ڌئاري.

چمڪدار موتي، ٿا جهولي ۾ چمڪن،

بقا ڪٿ، فنا جا ٿا آثار ڏسجن؟

ڪڏهن تاج شاهيءَ جي بڻجين ٿو زينت،

ڪڏهن قبر تي ٿو ڪرين صد عقيدت.

غرض توکي هڪ جهڙ نه راحت رسي ٿي،

نه آ ڏوهه تنهنجو، زمين پي ڦري ٿي.

"زماني ۾ هڪ سچ به پاڇا ٿين ٿا"

سياڻا هي "اظهر" پڌا ڪر ڏين ٿا.

هي قانونِ فطرت آ مٽي ٿي ويندين!

فنا جي نه هڪ ٽڦ اي نازڪ جهلي سگهندين!

(ٿل. 29- جنوري 1980ع)



# [ڪنڊو "خار"]

ڏسو سچ جي ذره ۾ ڇا راز آهي؟ ڇا پاڻي جي قطري جو پرواز آهي؟
قمر تي فلڪ کي وڏو ناز آهي، انهيءَ مان ئي قدرت جو انداز آهي،
گل و خار جي ڇو ٿا جهيڙي ۾ گهاريو؟
جو قانون قدرت آ، ان ڏي نهاريو.

گلستان ۾ گل سان ئي زينت ٿئي ٿي، عجب ان جي سرهاڻ رنگت ٿئي ٿي،
ڏسڻ سان بشر کي طراوت ٿئي ٿي، فقط مون کان گل جي حفاظت ٿئي ٿي،
ڪو گل کي پٽي ٿو ته ان کي لڳان ٿو،
مان حاسد جي دل ۾ سدائين چُڀان ٿو.

زمانو ٿو سمجهي ته بيڪار آهيان، نه ڪنهن ڪم اچان ٿو، جو هڪ خار آهيان،
دل بلبل و گل تي ڇڻ بار آهيان، ستوسنئون سين لاءِ آزار آهيان،
برائي آ ٿوري، چڱائي گهڻي آ،
رکي خاصيت خاص مون ۾ ڏڻي آ.

ڏسو منهنجي گلشن ۽ صحرا ۾ صورت، وٺو ان مان عبرت، اي اهلِ بصيرت،
نه بي سود ڪا شيءِ ڪئي پيدا قدرت، زماني کي هر چيز جي آ ضرورت،
ڏسو ڏوڙ مان پي، ملي ڏن وجي ٿو،
ڪڙو ٿُوهر، انسان جي ڪم اچي ٿو.

ازل کان نه آهي اچائڻ جي عادت، نه مالهي سان وچڙڻ، ڦٽائڻ جي عادت،
آ ماڻهن ۾ گل کي ستائڻ جي عادت، بنهه گلستان مان ڀڃائڻ جي عادت،
مان جيڪو مطلبي ۽ دشمن ڏسان ٿو،
بڻي نشتري، ان کي نشتر هڻان ٿو.

مسافر اگر ويندي رستو مٽي ٿو، ڇڏي پنهنجو وک، بي ڏنگ تي هلي ٿو،
اکيون پوري منهنجي هو سر تي چڙهي ٿو، سوين ڪِوليون ماڪوڙا ڪاهي ڇڏي ٿو،
انهيءَ کي مان آهستي چهنبي ٿو پايان،
مان اک پوٽ راهي، جي اک ٿو پٽايان.

غريبن جي گهر جو مان پيهر ٿيان ٿو، مان پوکن جي چوڌاري پهرو ڏيان ٿو،
مان چورن جا گهٽ گهير پوري ڇڏيان ٿو، نگهبان ٿي هر حفاظت ڪريان ٿو،
ڪندو قدر "اظهر" جو انسان هوندو،
نه ٿورو مڃيندو جو نادان هوندو.

(ڪارخانه بلي، سکر. 3- جنوري 1980ع)

# [گرمي]

بهار ورتي آهي رخصت، ان جي رهندي دل ۾ حسرت،
سر ڪان پيرن تائين پگهر آ، هر ڪنهن جي آ سر تي مصيبت.

لڪ جا تن تي ڪرٽ وهن ٿا، باهه جا اُلا دل مان اُٿن ٿا،
پکي فلڪ تان، ڪرن ٿا پٽ تي، ماڻهو آهون، دانهون ڪن ٿا.

ڪاڏو پيتو زهر لڳي ٿو، لطف حياتي جو نه اچي ٿو،
ڏينهن ڏکن جو، رات غمن جي، لڇندي پڇندي هنڌ ڏيئي ٿو.

مڇر فوج مثال اچن ٿا، اوسي پاسي ڀون ڀون ڪن ٿا،
لُڇي لڇي جي اک لڳي ٿي، زهريلي هو سُئي هڻن ٿا.

آهي زر وارن کي راحت، برف وجهي هو پين ٿا شربت،
"ايئرڪنڊيشن" ۾ ٿا گهارن، ملي انهن کي جيئري جنت.

غريب کي غم، درد ٿو ڏسجي، ان جو چهرو زرد ٿو ڏسجي،
گرميءَ، سرديءَ ۾ اي "اظهر"، مردن جو ٻَر مرد ٿو ڏسجي.

(قصرالادب، گهوٽڪي. 22- ڊسمبر 1979ع)



# مِٽيءَ جو ڏيئو



ٽي اونده ۾ تنهنجي ڪيپي روشنائي،    ڪرين واٽ ويندڙن جي تون رهنمائي،
سڙي پاڻ، سڀ ڪي رسائين سهائي،    سچو آهين، چمڪي ٿي تنهنجي سچائي،

تون خادم ٿي، محفل جي خدمت ڪرين ٿو،
چڱائي ڪنديءَ خود سڙن ٿو، ٻرين ٿو.

ڪنير تنهنجي مٽي ڪٺي گهر ۾ آيو،    مٽيءَ ڪي ڪُٽي ان ۾ پاڻي ملايو،
ڏئي مار ٺڪُٽي جي، بيحس بڻايو،    اهو روپ آ تو ڪي محنت ونايو،

پڇي ڪالهه آئيءَ مان، دنيا ۾ آئين،
ڏئي امتحان، اڄ تو ڏيئو سڏائين.

ڪکائن گهرن ۾ تون روشن رهين ٿو،    غريبن ڪي سک ڏيندي سختيون سهين ٿو،
غريباڻي محفل ۾ وهه جو نهين ٿو،    امرائي سنگت ۾ نٽ ڪان ٿهين ٿو،

انهن ورتو بجليءَ جو آهي سهارو،
تڏهن تو ڪيو آ ڪُڪن ڪان ڪنارو.



تون رڻندو رهين ٿو رڻڻ جو پتو آ،    جُهرڻ جو، جهجڻ جو، پُڇڻ جو پتو آ،
تپڻ جو، جلڻ جو، پڇڻ جو پتو آ،    سڙين سوز ۾ ٿو، سُڙڻ جو پتو آ،

سهين سور سر تي وفادار آهين،
ٿڌي روشنيءَ جو تون مينار آهين.



اگر لاٽ جو سر هوا تي جهڪائي،    وڏي واٽ فطرت تي "اظهر" ٻڌائي،
خدا جي اڳيان سيس سيڪو نوائي،    تي بوڙت زماني ۾، عزت وڏائي،

سهي سور بين، ڪي رسائي جو راحت،
انهيءَ جي ٿي دنيا ۽ عقبيٰ ۾ عزت.

(انفارميشن آفيس، خيرپور، 18-ڊسمبر 1979ع)

# [لغڙ جي زباني]

هـڪ لغڙ وڻ ســان لڳي اٽڪي پيو، واءَ جي جهٽڪن سان هو پرزا ٿيو،
ان زبــانِ حــال ســان ٿــي هــئن چيو، "اي ڏسڻ وارا ڏسي، عبرت وٺو"
مون کي هڪ شوقين بــاز ر مــان وٺي،
موڪــليو ســوئي هــوا، ڌاڳــو ٻڌي،
ڏور جي ڍر سان مـان پهتس ٿـي پري، مون هوا سان ٿي ڪيون ڳالهيون مٿي،
رعب ڏسندي، ويا پکي پــاسو ڪري، ٿي انهن سمجهو مبادا جهڙپ ڏي،
ڪاميــابي تــي رســي، آيــو غـرور،
تڪ نہ ٿي ڪنهن تي ڪيم، نزديڪ و دور.
آســمـــان وارن ســـان رغبت ٿــي وئي، منهنجي خاطر، سڀ کي الفت ٿي وئي،
جنهن ڏٺو ٿي، ان کي عبرت ٿي وئي، منهنجي قـائم اُت حڪومت ٿي وئي،
اڳـيڙو شـاهــيـنَ ڪـان پــرواز هــو،
دهــر وارن، ءَ هــوا ڪــي نــاز هــو،
تــي بشر تــرجيتــرو نــظـريو مٿان، آدمـيءَ جـي لاءِ [illegible] نفرت عيان
منهنجي دل تــي هي هيو غالب گمان، حيـر ڪيو پابند [illegible] آزاد سان
جيڪڏهن آزادگــي مــون کــي ملي،
سير عالم جــو ڪــريــان، اوري پــري
سَٽ ڏنم، سَــٽ ســان پيو ڌاڳو ٽُٽي، وٺــي لڦيڙنَ ســانَ هوا مون کي وٺي،
ٿــي پريشاني، ويــس بــي حــال ٿي، چڻ لــڪڻ واري چڙيا ٿــاپــا لڪي،
آئــي شامت، وڻ ســان آ پالــو پيو،
جسم منهنجي تي ڪنڊن حملو ڪيو.
دل ۾ سمجهان ٿــو تہ آ منهنجي خطا، وزن ڪـــان نڪري ويـــس، بي انتها،
هـــي تڪبر جـــي ملي مون کي سزا، تـــي فـــقـــط نـظـري هـــينئر راهِ فنا،
واڳ سڀ ڪنهن جي ٿو حق هٿ ۾ رکي،
حڪم ريءَ ڪک پن نٿو **"اظهر"** چُري.



(قاسمي منزل، پراڻو سکر، 22 - جنوري 1980ع)

# بوڙينڊو

بوڙينڊو تو مون کي ڳهائي، بوڙينڊو تو سڀ سُر ڳائي،
بوڙينڊو تو چاڪ چڪائي، بوڙينڊو تو تن کي تپائي،
بوڙينڊو تو درد وڌائي،
بوڙينڊو تو ڪير وڄائي؟

مٽي، مان هي ساز جُڙي ٿو، ڦوڪ ڏيڻ سان واهه وڄي ٿو،
سوز، فراق جي دعوت ڏي ٿو، وهم وجودي ختم ڪري ٿو،
ڇڏي ڇنيور ڪي باهه لڳائي،
بوڙينڊو تو ڪير وڄائي؟

مٽيءَ ۾ رب رنگ رکيو آ، مٽيءَ مان آنءَ ڪٿو مليو آ،
مٽيءَ مان هي جُهڳو نهيو آهي، مٽي مان انسان جُڙيو آ،
مٽيءَ جا هو ڳڻ تو ڳائي،
بوڙينڊو تو ڪير وڄائي؟

ان سان دل تا ڏنار ڏتارن، ڳائي ديپڪ جهنگ کي ٻارن،
سوز فرق جا ألا اٿارن، ڪري ملهار تا ملڪ کي ٺارن،
جُهڙ تو گجندي مينهن وسائي،
بوڙينڊو تو ڪير وڄائي؟

"اظهر" آنءَ ۾ عشق الستي، سرمد واري موج ۽ مستي،
ختم ڪري تو هوڏ ۽ هستي، وحدت جي ڏيکاري وستي،
حق جي پاسي ڏيان ڇڪائي
بوڙينڊو تو ڪير وڄائي؟

(انجن شيد، روهڙي، 3 - جنوري 1980ع)



# انڊلٺ

جُھڙ جمي جهرمر مينهن وسي ٿو،
گجگوڙين ڪان ڏيل ڏڪي ٿو.

ڪڪرن مان وچ واجهہ وجهي ٿي،
ڏسڻ وارن کي دعوت ڏي ٿي.

هوا ڏئي ٿي روح کي راحت،
جُھڙ ۾ پيدا ٿي وئي حرڪت.

حرڪت کي ئي برڪت سمجهو،
قادر جي هي قدرت سمجهو.

ڇڇي پٺي آ جُھڙ جي ڇاتي،
بزم لڳي وئي ڄڻ برساتي.

وڏي پري ٿي ڪمان ڏسجي،
سنڌي ۾ ان کي "انڊلٺ" سڏجي.

رنگ انيڪ انهيءَ ۾ آهن،
خيال کي ٿا پاڻ ڏي ساهن.

ڳڻجن رنگ، ڳڻي ڪٿ سگهبا؟
اِنت ڪان ٻاهر ڪهڙا لکبا؟

ڏسي رنگي جو رنگ اي "اظهر"،
عقل ٿئي ٿو دنگ اي "اظهر".



(انفارميشن آفيس، سکر. 12 - مارچ 1980ع)

# ڪوئٽا جو سفر

نرالي نموني تي گاڏي هلي، هلڻ ۾ هوا کي ٿي پٺتي ڇڏي،
ڏسو ٻاڦ جي زور سان ٿي پچي، ڪيئي ڏونهون دل مان ۽ ڪوڪون ڪري
ٿي مچ ڪان ٻي گاڏي کي انجڻ لڳي،
تڏهن ڪولپور تائين پهچيو وڃي.
ائين ٿي چڙهائيءَ جي پاسي وڌي، جڻين پٽ تي پوڙهو ڪٿي لٺ چڙهي،
ائين ٽڪرو لاهيءَ جي پاسي اچي، جڻين لٺ جي طاقت سان ڪينهون پڇي،
ائين ور وڪڙ راهه، طيءِ ٿي ڪري،
جڻين نانگ زخمي ٿو هوريان هلي.
ائين سرنگهه ۾ ٽرين منهن ٿي وجهي، جڻين ٻرڙ ڏي نانگ رخ ٿو رکي،
پهاڙن جي چوٽين سان جُهڙ ٿو گسي، اتي اس، اتي وڏڦڙو ٿو وسي،
پهاڙن کي سبزي ڇڏيو آ ڍڪي،
اکين کي ٿي هر چيز سائي لڳي.
ٿي خوشبوئي عنبر جبل مان اچي، فضا کي معطر ڪري ٿي ڇڏي،
ٿڌي هير پيغامِ صحت ٿي ڏي، ائين غمزده دل کي راحت رسي،
رهن ٿا مٿاهين تي ماڻهو سيئي،
پهاڙن جي دامن ۾ جايون اڏي.
انهيءَ ريت گاڏي ٿي وڌندي وڃي، سيي مرحلا طيءِ ڪندي ٿي رهي،
نندين گودين تي نه دم ٿي پٽي، هڪا ساهي سيڙهو ڪيون ٿي هلي،
ڏسڻ ۾ جڻين آيو سگنل پري، ڇڏي ڊرائيور ريل هوريان ڪري،
اها آئي گودي اي "اظهر" نظر،
ڪنيو هوم جنهن لاءِ زادِ سفر.

(ڪوئٽا، بلوچستان، 27- سيپٽمبر 1959ع)



# استاد جا احسان

حمد جي لائق فقط ذات خدا، "ڪُن" چوڻ سان ٿي ويا ارض و سما.

اُن جي قدرت جي ڪٿي آهي ڪمي! اُن زبان اظهار جي خاطر ڏني،

مهرباني آ وڏي، استاد جي، جنهن پَسائي علم جي آ روشني،

علم ئي ان اک آهه هر انسان جي، جهل تو صورت رکي حيوان جي،

واقعي محنت ڪئي استاد آ، رهنمائي اُن جي، رهڻي ياد آ.

اُن ئي منزل تي رسايو ڪاروان، اُن جي خاطر آهه هي نام و نشان،

اُن اسان کي آ ڏسيو علم و ادب، علم جي اک سان ڏٺو سين [illegible]

ڪهڙا لورا، ڪهڙا اُن جا ڳڻ ڳڻيون! جا ٿيا جا [illegible]

خير و خوبي سان لنگهي ويو سال آ، آئينده بس [illegible]

شل مطالع ۾ رهي عمده ڪتاب، نيڪ مقصد ۽ [illegible]



(قصر الادب، گهوٽڪي، 9 - مارچ 1980ع)

# نئون سال





نئون سال آيو نئون سال آيو، نئين دور سان ان تعارف ڪرايو،
چئي ٿو تہ "ماضي کي دل تان ڀُلايو"، هيا حوصلو پست، تن کي وڌايو،
نئين سال آ پال، بيشڪ پلايو،
نئون سال آيو، نئون سال آيو.

نئون سال ڪجھ پيو ڪٿي ڪين آيو، اچي ان هي پيغام آهي ٻڌايو،
گذشتہ ورهيہ آ، اوهان ڇا ڪمايو؟ ڪمايو گھڻو يا، گھڻو آ وڃايو،
خوشي ۾ نہ ڇوندا رهو هيئن اجايو،
نئون سال آيو، نئون سال آيو.




نئون سال چئي ٿو تہ "خود کي سڌاريو، برين عادتن کي بُرو سمجھي ماريو،
نہ سستيءَ ۾ پنهنجي حياتي گذاريو، ڪٿڻ آيا آهيو، نہ بازيءَ کي هاريو،
هي ڪٽ، هار جو هنڌ آهي هنڌايو،"
نئون سال آيو، نئون سال آيو.

اندر مان ڪڍو ڪوري نفرت، حقارت، رکو پنهنجي دل ۾ اخوت، محبت،
زبان مان ٿئي ظاهر ادب ۽ صداقت، ٿي صالح عمل لاءِ تدبير همت،
رڻن وٽ وڃي، پاڻ سان ٿي ملايو،
نئون سال آيو، نئون سال آيو.

نئون سال چئي ٿو تہ "همت ڪريو ڪجھ، ارادو پڪو استقامت ڪريو ڪجھ،
ترقي ڪرڻ لاءِ محنت ڪريو ڪجھ، اي "اظهر" ٿي حرڪت ۾ برڪت ڪريو ڪجھ،
جي قسمت رڻل آ، تہ رٽ سان ريجھايو"،
نئون سال آيو، نئون سال آيو.

(قصر الادب، گھوٽڪي، 1 - جنوري - 1980ع)

# سال جا ٻارهن مهينا

"جنوري[1]" کي جن ڪونن، تڏ کان ڏڪ مون کي خدا،

پاس ٿيان هن ســال ۾، دل سان گهران ٿو هيءَ دعا.

"فيبروري[2] ۽ مارچ[3]" ۾ آ مــوقعو محنت ڪريان،

پاس ٿيندس امتحان ۾، چاڻ پورهيا ساب پيا.

آيو جڏهن "اپريل[4]" تڏهن مــوســم وئي تبديل ٿي،

جند ڇڏي سردي ۽ گــرميءَ جــا اچي تنبو لڳا،

اهڙي "مئي[5] ۽ جون[6]" ۾ ٿي اُس جي تيزي الامان،

ويا سُڪي وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا، ٿــا لڳن گويا ڪندا،

زوُر سان "جولاءِ[7]" ۾ بـــادل گجن، ڪِوڙيون ڪلن،

وڏڦــڙو وسندو رهــي ٿو ۽ لڳي ٿڌڙي هــوا،

جڏهن "آگسٽ[8]" آيو لڳي ويو جهنگ جهر ۾ رنگ آ،

چاڙهه پاڻيءَ کي ٿــيو، پــرچي ويــا

ماهه "سيپٽمبر[9]" ۾ ورتــو، مــوسمي تــَپَ زور آ،

ڪنهن کي آهي منهن اُٿل، ۽ ڪو ڪري آهه و

مـــاهه "آڪٽوبر[10]" ۾ آهــي رُتَ مــوافق ٿي وئي،

سردي گرمي جا ويا ٿي، خلق سڀ جهيڙا جهڳا

تــڏ "نومــبر[11] ۽ ڊسمبر[12]" ۾ رکــيو، ٻيهر قــدم،

سال جي تصوير ڪئي آ پيش، "اظهر" جي قلم

(حيات پتافي. 9 - جنوري 1980ع)





## [ڪوڙ جي ڪوڙڪي]

نہ ڳالهايو ڪڏهن ڀي ڪوڙ، جو بڇڙي بلا آهي،

ڏنگيل ان جو نہ بچندو، نيٺ مرندو لادوا آهي.

سدائين رنج ڪوڙي تي، حبيب ڪبريا آهي،

خفا اهڙي بشر کان خالقِ هر دوسرا آهي.

چيو مرسل تہ آهي "ڪوڙ پڻ ايمان جي قئينچي"،

جهان ۾ ڪوڙ هڻندڙ جو رهيو ايمان خطا آهي.

هجي پٽ، پيءُ، ماتا، ڀاءُ، توڙي دوست ۽ مائٽ،

ٿي ويندو الغرض ڪوڙي کان هرڪوئي خفا آهي.

زباني ڪوڙ جي گو آهہ ظاهر، تيز گهوڙي مثل،

مگر منڊو هلڻ ۾ آ، سندس بت ڪرڪنا آهي.

بنائي ڪوڙ کي رهبر، وٺي جو ڪوڙ کان ڪم ٿو،

انهيءَ جي جاءِ جنت ڪٿ، جڳهہ تحت الثرا آهي.

چوان حق ٿو، ۽ حق چاٺي تہ ڪوڙ آ ڪاغذي ٻيڙي،

نہ اُڪريو پار اُن تان ڪو، نہ اُن جو ناخدا آهي.

موافق ڪون ڪوڙي سان، رهي ٿو ڪائنات اندر،

مخالف ان جو عالم آ، مخالف خود خدا آهي.

رکي ٿو ڪوڙ اي "اظهر" مشابہ ڪوٽي ڏوڪڙ سان،

ذرا سچ چوءِ تہ ڇا بازار ۾ ان جي بها آهي.

(ڪراچي، 1946ع)

# ماءُ پيار

اي پياري امان ڪير تو آ پياريو، جي ننڊ آئي مون کي ٿڦي ٿي سمهاريو،
ٿي سردي ۽ گرمي ۾ مون ڏي نهاريو، اکين کي اوجاڳا ڏئي وقت گهاريو،

سڄي رات تو ٿي هندورو هلايو،
ڪنن تي ٿي آواز لوليءَ جو آيو.

مٺيون ڏيئي منهن تي، تو مون کي ڪڏايو، دعا لاءِ پنهنجي هٿن کي وڌايو،
ڪري ڪتڪتايون تي مون کي کلايو، تو مکڙيءَ کي ڇڻ تي ٽڙيل گل بڻايو،

خوشي منهنجي، توکي ٿي راحت رسائي،
دلي تازگي ۽ مسرت رسائي.

گهمايو ٿي مون کي تو ڏيئي سهارو، تو تڏ ۽ تپش کان ڪرايو ڪنارو،
جي ناچاق ٿي پيس، پيئہ بار بارو، دوا لاءِ تو ٿي ڪيو وارو وارو،

مصيبت سٺءِ خود، مصيبت نہ آئي،
ڪڏهن تنهنجي چپ تي شڪايت نہ آئي.

اچارڻ نہ ٿي ڪو، مون کي لفظ آيو، طريقو تڪلم جو توئي ٻڌايو،
تو اُستاد اول ٿي، مون کي پڙهايو، غرض آدمي توئي مون کي بڻايو،

هي دولت ملي آهہ، تنهنجي بدولت
وسارڻ سان وسري نہ "**اظهر**" محبت.

(قصر الادب، گهوٽڪي، 25- ڊسمبر 1979ع)



# پينگهہ جو گيت

اسان جي پينگهہ هيءَ آهي آها ها ها أهو هو هو.

هوا جون ٿي سُڪُون لاهي آها ها ها أهو هو هو.

اڄ دل پنهنجي ونداريو، چڙهڻ ۾ دير ڇو لايو؟

اوهان مان جنهن جي دل چاهي آها ها ها أهو هو هو.

هي پختي آ ہتل وڻ ۾، نہ ڌاسو فکر ۽ ڳڻ ۾،

اچي جهوٽا ڪيو ناهي آها ها ها أهو هو هو.

هو تڪڙي تڪڙي ويندي آ، هو تڪڙي تڪڙي ايندي آ،

هوا وانگر اچي ڪاهي آها ها ها أهو هو هو.

هوا تازي ٿي ڪارائي، ڊنل ڪي دل ٿي ہَٽرائي،

اهو ڏس آ ڏنو ڏاهي آها ها ها أهو هو هو.

ڪڏهن ٿا عرش تي پهچون، ڪڏهن ٿا فرش تي پهچون،

اسان جي پهچ ڪٿ آهي آها ها ها أهو هو هو.

ڇڏيو هن کي مٿي ساهي، مٿان ڪو رات جو ڏاهي،

لٿو سچ، گهر هلو ڪاهي آها ها ها أهو هو هو.

اچي ويس فڪر جي وٽ ۾، لڪيائين پينگهہ تي جهٽ ۾،

لکڻ "**اظهر**" اڳيان چاهي آها ها ها أهو هو هو.



(قصرالادب، گهوٽڪي، 25- ڊسمبر 1979ع)

# اهڙي ٻار سان اُلفت ڪهڙي

جيڪو ويڙهو گهڻو آهي، جيڪو هٺندو جهڻو آهي،
جيڪو ڏيندو ڏڪو آهي، جنهن جو ميرو لٽو آهي،
اهڙي ٻار جي عزت ڪهڙي؟
اهڙي ٻار سان اُلفت ڪهڙي؟

پيءُ ۽ ماءُ کي تنگ ڪري جو، ڀاءُ ۽ ڀيڻ کي ويٺو ڏنبي جو،
سوال سڻو ٻي ڪين مڃي جو، اُلٽو سڀ ڪي لفظ ڪڍي جو،
ان تي مهر ۽ شفقت ڪهڙي؟
اهڙي ٻار سان اُلفت ڪهڙي؟

جيڪو مڪتب ڏي نہ وڃي ٿو، شوق پڙهڻ سان ڪين رکي ٿو،
ٻيڙي سنگت ساڻ رهي ٿو، ٻيڙائي جا ڪم ڪري ٿو،
اُن مان ٿيندي فضيلت ڪهڙي؟
اهڙي ٻار سان اُلفت ڪهڙي؟

جنهن جي ڳل تي ڳوڙها جاري، جيڪو وسائي ويٺو واري،
جنهن جي ڇپن تي آھ ۽ زاري، گهر کي ڏئي ٿو ڇڏي ٻهاري،
اُن سان آھ رعايت ڪهڙي؟
اهڙي ٻار سان اُلفت ڪهڙي؟

جيڪو پَيسو ڪِينَ بچائي، هٿ ۾ اچڻ سان ڇڏي ڪائي،
جيڪو سَوڙ کان پير وڌائي، آخر "اظهر" سوکر ڪائي
اُن وٽ رهندي دولت ڪهڙي؟
اهڙي ٻار سان اُلفت ڪهڙي؟

(اقبال منزل، رتوديرو. 22- جنوري 1980ع)

# چڪور ۽ چنڊ

تون گردش ۾ شب روز ڇا کان رهين ٿو؟ اجايو اهي سر سختيون سهين ٿو.
مون تنهنجي محبت ۾ ٿر بر وسايو، وڏو درد آهي فلڪ تي رهين ٿو.
پري کان ڏيان ٿو، مان درسن سان پرسن، تون شايد ڇچڙ سمجهي مون کان ٿهين ٿو.
هلي آ تـ توکي ڏيان جاءِ جيءَ ۾، تون ذرتيءَ جي جهوليءَ ۾ ڇا کان لهين ٿو؟
اهو منهنجي آهـن جو شايد اثر آ، ڪڏهن تون لهين ٿو، ڪڏهن تون ڊهين ٿو.
دعا وٺ سدائين، رهين ماه ڪامل، ڇو مون جهڙي عاشق سان ناحق ڪهين ٿو؟
سوالي کي خالي، ورائڻ ڇڱو ڪٿ؟ قريب آءُ منهنجي، وهي وڃ، وهين ٿو؟
مان خادم هجان تنهنجي خدمت ۾ "اظهر"، فلڪ تي اڪيلو تون آقا نهين ٿو؟

سکيو آهين ڪنهن کان، اهو ناز نخرو؟
خدا جي ڏني مان، ڏي مون کي بہ نخرو.

## [چنڊ جو جواب]

مان سمجهان ٿو، تون آهين عاشق اياڻو، ڪٿي آهين تون، ۽ ڪٿي منهنجو ٺاڻو؟
مان بيوس، نہ وس منهنجو مجبور آهيان، ٿو گردش ۾ گهاريان ڪٿي آهہ ماڻو؟
ڦرن وانگـي لاٽونءَ جيان عرش وارا، اوهين فرش وارا، نہ هرگز ٿا ڄاڻو.
مان توکان گهڻو ڏور، پهچي نہ سگهندين، ڇو ڪنيڙيون هٿي ٿو ٿئين مفت ساڻو؟
مان گهٽتائي پنهنجي، لڪو توکي ٻڌايان، نہ سڏبو آ حالانڪ "ڪاٺي کي ڪاٺو."
مون مٿي کي سورج، رکيو آهہ روشن، تو سمجهو ستارن ۾ آ چوندو داڻو.
رکي منهنجو چمڪو ٿو، صحرا جي صورت، تون ڌرتي، دل ڪنهن سان رک، ٿي سياڻو.
انهيءَ سان ٿي "اظهر" وجي لنو لڳائج، زمين تي جو آهي ڪو سهڻو سيباڻو.

چڱي جنس جي جنس سان آ محبت،
رهي جنس جي جنس کي ٿي ضرورت.

(ڪارخانہ بکي، سکر. 24- جنوري 1980ع)



# بلبل جو فرياد

تي لڳي بادِ صبا گلزار ۾ وقتِ سحر، پاڻ سان خوشبوءِ آڻي تي ڪيائين معطر

ماڪ سان منهن ڌوئي، گل تازا ٿي سڀ آيا نظر برگِ گل جيڪي رهيا گلشن ۾ ها مثل گُهرَ

حسن گل تي جان و دل سان، مٺي فدا بلبل غريب،

گل تان صدقي ٿي مرڻ، سمجهو انهيءَ پنهنجو نصيب.

آيو هڪ ماري چڙي، پر دل نہ بلبل جي لڌي، ڦاهي چالاڪيءَ سان ان هڪ گل جي ٻوٽي ۾ اڏي

عشق گل ۾، بلبلِ نادان جڏن ٽپندي رهي، اوچتو ٿي اوچتو ٽڻن دام ۾ ڦاسي پئي،

ڦاسندي بلبل ڏسي، صياد ڏاڍو خوش ٿيو،

هٿ ۾ بلبل کي جهلي، تي باغ کان ٻاهر ويو.

باغ جي در تي چيس بلبل تہ "اي صياد ٻڌ مون کي تو ناحق ڪيو آ بند ڪجهہ فرياد ٻُڌ.

فصل گل ۾ هي ستم ڪهڙو، ستم ايجاد ٻُڌ، مون کي ماري ڏاڍو پڇتائيندين تون فرياد ٻُڌ.

آهہ زنده جو مري جڳ ۾ ٿو "اظهر" بي خطا،

ٿو رهي ماريءَ جي گهر ۾ ڏکڻ هڏن جو دائما.

(ڪراچي، 1940ع)



# [ڳيرو ۽ ڪانءُ]

ڪانءُ تو هڪ ڏينهن ڳيري ڪانِ پڇي،
توسان ماڻهن جي، محبت ٿو ڏسان،
توڪي داڻو جت ملي ٿو، بي خطر،
مان اچا گهر جي اڱڻ ۾ ٿو اچان،
"عقل منهنجو دنگ ٿو رهجي وڃي.
مون ڪان هرهڪ ٿو مگر نفرت ڪري..
منهنجي خاطر، ٿو اُتي ڏنبو ڦري.
مون تي پٿرن جو مٿان وسڪار ٿي."

هيءَ ٻڌي تقرير، ڳيري چئي ڏنس:
تون هٿي ٻارن کي نونگا، رت ڪڍين،
ڇهنب ۾ چيزون ڪٽي، اڏري وڃين،
تون ستائين ٿو سڀن کي بي خطا،
"سمجهه توکي ڇو نہ ٿي نادان اچي.
۽ انهن ڪان ٿو وڃين ماني کسي.
ڇُو تہ توکي ڪير ٿو ڊوڙي پُڇي؟
توکي هرهڪ چور ۽ ڌاڪو سڏي."

مان نہ ڪنهن سان وير وڌ "**اظهر**" رکان،
پنهنجو ڪو دشمن نہ دنيا ۾ ڏسان.

(قصرالادب، گهوٽڪي. 2- جنوري 1980ع)

# طوطو

انب تي طوطو ويٺو آهي،　　لات لنوي ٿو پرڙا ساهي،
انب ٿو کائي ناهي ڌاهي،　　ميوي جا ٿو ليڪا لاهي،
کجھ ٿو کائي، کجھ ٿو وڃائي،
ڇيهو باغائيءَ کي رسائي.

سائو رنگ ۽ چهنب گلابي،　　اکيون ننڍيون پر آهن آبي،
سندس طبيعت آ سيمابي،　　اُن کي رهندي آ بي تابي،
هڪ ٽر تان ٻي ٽر تي وڃي ٿو،
چرپر ۾ هر وقت رهي ٿو.

نقل ڪرڻ ۾ برڪ ٿئي ٿو،　　جهڙي سکي ٿو جيڪي ٻئي ٿو،
ذهين آ، قرآن پڙهي ٿو،　　ڏکيا ڏکيا الفاظ رٽي ٿو،
ڪُتيءَ ڪائڻ جو مجنون آهي،
ڏئي ڪُتيءَ سان منهن ٿو ڏاهي.

ٻارو سمجهو ۽ سمجهايو،　　ڏسو پري کان، هٿ نه لڳايو،
مٺوءَ کان آگر متان ڪپايو،　　لوهو پڃرو بند ڪرايو،
ويو اڏامي، وري نه ايندو،
ڪِڏهن نه ڪنهن جو سُونهون ٿيندو.

(قصرالادب، گهوٽڪي، 2- جنوري 1980ع)

# قمري

سهڻي ۽ سيباڻي قُمري، "هو حق" جي لئي ڳائي ٺمري،
درد ڀريو آواز اچي ٿو، ڳويا دلڪش ساز وڃي ٿو.
ان جي ڳردن سهڻي آهي، ڪٿي صراحي سينو ساهي؟
شربتي ان جون اکيون آهن، نرڳسي ان جون اکيون آهن.
ننڍڙي، ڳاڙهي چهنب ٿي چمڪي، ڏاڍي سهڻي وڻي ٿي سڀ کي.
پَرَ تا چاندي وانگر چمڪن، ميناڪاري ڪر تا ڏسجن.
ميندي؛ جو پيرن ٿي رنگ آ، ڳهمڻ ڦرڻ جو عجيب ڍنگ آ.
دل کي وڻي ٿي سهڻي صورت، من کي موهي مهڻي مورت.
ان مان معصوميت ٿي نظري، ان کي ڏسندي دل نٿي ڀرجي.
ان جي صدا ٿي دل کي موهي، ان جي ادا ٿي دل کي موهي.
سرو ٿي ويهي ڪري ٿي "هو هو"، جهڀا وجهي ٿي ان جي "ڪو ڪو".

وحدت جا هو گيت ٿي ڳائي
"اظهر" حق ڏي ڌيان ڇڪائي

(قصرالادب، گهوٽڪي. 27- ڊسمبر 1979ع)



# [پپيهو]

سريلا گيت ڳائي ٿو پپيهو،
ڏکيل دليون ڏکائي ٿو پپيهو.
گلي ان جي ۾ آهي درد پريل،
ڇڏي دلين کي گهائي ٿو پپيهو.
دلين ۾ درد جو آڻي اضافو،
ڇڏي دونهون دکائي ٿو پپيهو.
کري نشتر جو ڪم آواز اُن جو،
ڇتل ڦٽ پي ڇڪائي ٿو پپيهو.
وڃن آواز سان واديون ٻه گونجي،
ڇڏي وڻ پي وڄائي ٿو پپيهو.
اچي ٿي گلستان ۾ موسمِ گل،
خبر اهڙي ٻڌائي ٿو پپيهو.
اجهو ڪارا ڪڪر آيا ۽ وسندا،
ٻُڌو ملهار ڳائي ٿو پپيهو.

اندر ان جي ۾ ساجن، آهه ساکن،
چو ڏُم "پي پي" جي لائي ٿو پپيهو.
محبت جي چمن ۽ وادين ۾،
وڏي هلچل هُلائي ٿو پپيهو.
"مري" ۾ سوز سان ڳائي ترانا،
تتل دليون تپائي ٿو پپيهو.
نهائينءَ کان سکي هو نينهن "اظهر"،
اگر عاشق سڏائي ٿو پپيهو.
مون کي ماضيءَ جي ايوانن ۾ "اظهر"،
وٺي هٿ کان، گهمائي ٿو پپيهو.
پپيها تنهنجا ٿورا، ڪين ٿورا،
وساريون ڇو اسين آهيون نه پورا؟

(کوه مري. 5 - مارچ 1980ع)





# پوپٽ

جئن گلشن ۾ اچــي ٿو پوپٽ،    گل جو واس وٺي ٿو پوپٽ
خوشبو ان کي مست ڪري ٿي،    برگِ گل تي نچي ٿو پوپٽ،

گل جي منهن سان منهن کي ملائي،
گل کـان مـٺيون وٺـي ٿو پوپٽ.

گل جي لب تان، لب جي ماکي،    چمي ڏيڻ سان چٽي ٿو پوپٽ،
پرن کي کولي، ڪنڌ جهڪائي،    گلَ کي سجدو ڪري ٿو پوپٽ،

باغ جي صحن ۾ سير جي سانگي،
پريءَ جي صورت اچي ٿو پوپٽ.

ان جـي خرا ۾ نـــاز نـوايـو،    معشوقـن سان ملي ٿو پوپٽ،
نـــاز جـي جهولي ۾ آ پـاليل،    نـاز و نزاڪت رکي ٿو پوپٽ،

ڪڏهن گهرن ۾ اچـي اڏامـي،
اها ڇو غلطي ڪـري ٿو پوپٽ؟

چـون ٿـا "پنهنجن پوين خاطر،    مـثـلِ روح اچي ٿـو پـوپٽ"،
پتنـگ ۽ پنـيوريءَ کـان ٺڪرو،    پـري پـري ڀڄي ٿـو پوپٽ،

گهڻو جڏهن پي مينهن وسي ٿو،
گهڻو ڏسڻ ۾ اچي ٿـو پوپٽ.

حرڪت کي هو برڪت سمجهي،    هر جـا هلندو رهي ٿو پوپٽ،
پـاري وانـگـر رهـي پريشان،    ڪٿي نـ ساهه پٽي ٿو پوپٽ،

نـنـڍو جيت، مـــگـــر آ جوڙو،
ڪنهن کان ڪين ڊڄي ٿو پوپٽ.

رنـگي جـو آ رنـگ لـڳايل،    ڏاڍا رنـگ رکـي ٿـو پوپٽ.



غريب ان کي ڏسي تو ڏوران،    شرير ڇوڪر وٺي ٿو پوپٽ،
پيءُ يا ماءُ جي سمجھائڻ تي،
پنهنجي هٿ مان ڇڏي ٿو پوپٽ.



ناز، نفاست جو آ عادي،    نازڪ جسم رکي ٿو پوپٽ،
ان کي هوريان هٿڙا لايو،    ٿوري سَٽ نہ سهي ٿو پوپٽ،
شوق شڪار جو انت نہ آهي،
پالڻ چاهيو، پلي ٿو پوپٽ.

شيشي اندران شهد لڳائي،    وجهوس، ماکي چٽي ٿو پوپٽ،
شيشي جو پي قيد ڪِنو آ،    پو ڇو قيد ڪٽي ٿو پوپٽ؟



صلح جي سُرڪي پيتل آهي،
ڪنهن سان ڪين وڙهي ٿو پوپٽ.
رحم ڪريو، ۽ هوش هلايو،
پارو پوپٽ کي نہ ستايو.



(ڪراچي يونيورسٽي. 12- ڊسمبر 1979ع)







# ڪُڙڪُـڻيتو

جڏهن سجُ دنيا مان رخصت ڪري ٿو، جڏهن بي اونداهي جو تنبو لڳي ٿو.
جـڏهن روشنائي وجـي موڪلائـي، جڏهن ٿي سـياهي قدم ڪي وڏائي.
تـڏهن ڪڙڪيتـو اڱڻ ۾ اچـي ٿـو، چمن جي گلن وٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.
گهڻو وقت لوسڻ، سڙڻ ۾ گذاري، [illegible] سان پيار ڪٿ وار واري؟
سچو چمڪي ظاهر ڪري ٿو سچائي، ٻنان ڏوڪڙن جي رسائي سهائي.
سندس پٺ مان بجليءَ جو چمڪاٽ آهي، ٻري ۽ وسامي اهو نات آهي.
ٻڌايو ٻلا ان ڪي ڇا ٻار سمجهن؟ سڏن ان ڪي جادو، يا اسرار سمجهن.
ڏسڻ سان پئي پوبان ڪاهي تي ٽولي، "کهي تي ۽ ڪڏ تي" هيءَ ٻارن جي ٻولي.
جيئن ڪڙڪيتو اڪر هتي ٻڏي ٿو، تيئن پاڻ هرتو هُو پٺ تي ڪري ٿو.
وني ٻار ان ڪي وجائن تا تاڙيون، گهمن تا ڪٿي جن هٿن ۾ اماڙيون.
اگر ڪڙڪيتو هٿن ۾ مري ٿو، مرڻ بعد پي پر نہ چمڪو ڇڏي ٿو.
ٿئي سوجهرو جهنگ جي پاسي وجي ٿو، وٺن جي پنن ۾ لڪي نند ڪري ٿو.
وري رات آئي، هو موٽي اچي ٿو، محافظ چمن جو ٿي پهرو ڏئي ٿو.
نندي جيت ۾ حق رکي آهہ قدرت، ڏسي روشني ان مان حاصل ڪيو عبرت.
چڱائي ڪري ٿو، ڇڏي ٿو وساري، انهي ريت "**اظهر**" حياتي گذاري.

چڱائي چڱي آ، هِيُن سـان هنڊايو،
اي ٻارو انهيءَ مان، سبق ڪجهہ پرايو.

(نصرالادب، ڪورنگي- 24- ڊسمبر 1979ع)

# ماکيءَ جي مک

ڦري چمن ۾ ٿي ماکيءَ جي مک، گلن ڦلن ۾ ٿي ماکيءَ جي مک،
رهي وڻن ۾ ٿي ماکيءَ جي مک، ملي ٻيرن ۾ ٿي ماکيءَ جي مک،

هر صبح، سانجهي ڪري ٿي محنت،
ٿي سمجهي محنت کي هوءَ عادت.

گلن کي چوسي مٺو ڪيي ٿي، وڃي حفاظت سان گهر رکي ٿي،
ڏکي سکي جو سمر ڪري ٿي، تڏهن ٻه ڪم کي لڳي رهي ٿي،

هو آهِ ننڍڙي، مگر آ ڏاهي،
تميز ان کي ڏني الاهي.

ان جو گهر ٻه عجيب آهي، ٿي خانو خانو نرالو ناهي،
وڃي ٿي ڪنهن ۾ هوءَ آنا لاهي، ڪٿي ٻچن کي رکي ٿي ساهي،

رهي ٿو ماکيءَ جو ڪٿ خزانو؟
ڪٿي گذاري مکو ديوانو؟

اگر ڪو انسان وڏي وڃي ٿو، هوس ۽ لالچ جو هٿ وجهي ٿو،
ڪڏهن نہ حملي کان هو بچي ٿو، مقابلي ۾ سُجي اچي ٿو،

ڪڏهن مکن کان ٿو مار کائي،
ڪڏهن ٿو ماکيءَ جي آر کائي.

ڏسو تا ماکيءَ جي مک جو ايکو، اچي ٿو جيڪو ٻه ان جي ويجهو،
انهيءَ تي گڏجي ٿئي ٿو حملو، ٻڌي کان "اظهر" ٻجي ٿو هڙڪو،

ٻڌيءَ ۾ قوت خدا جي آهي،
ٻڌيءَ ۾ همت خدا جي آهي.

(قمرالادب، گهوٽڪي، 2- ...)

## [مينهن وسانڙو هنبول]

مون کان اگر پڇو ٿا، نالو ”هنبول“ آهي،
رنگ روپ آهه ڳاڙهو، اڌ جسم گول آهي.
سرگم جي سڌ نہ آهي، سُرتا، ڪِين ڄاڻا،
ديپڪ، هنبول، سارنگ، ملهار ڪٿ سڄاڻا؟
تصوير غم جي آهيان، پوري طرح ڏسو پل،
دلچسپ آ حقيقت مون کان اچي پڇي پل.
شهدائي ڪربلا کان، اڄ تائين جي مرن ٿا،
دستِ ستم سان جيڪي انسان شهيد ٿين ٿا،
جيڪو بہ خونِ ناحق، ڌرتي جي دل تي ڪرندو،
رَت جو نہ قطرو قطرو ڌرتيءَ ۾ جذب ٿيندو،
برسات جي پوڻ سان، رت جو ڦڙو ٿو اُڀري،
اهلِ نظر ڪي دنيا ۾، ٿو ”هنبول“ نظري،
مان روزي دار آهيان، روزو رکيم ڄمڻ سان،
بانگِ اجل ٻڌڻ سان، روزو کُلي مرڻ سان،
عالم ۾ ”ڏينهن چوڏهن“ آ مختصر حياتي،
سوئي عدم اماڻي، مون کي ۾ ڏري ذاتي
انسان جي زندگي پي مثل حباب سمجهو،
تعبير جنهن جو موت آ، اهڙوئي خواب سمجهو.

(گوندڪ پيلو. 23- ڊسمبر 1979ع)



# [ڪوئل]

ڪوڪي ڪوڪي ڪاري ڪوئل، باهہ ٻنيور ۾ ٻاري ڪوئل.
تنهنجا ترانا، ٻڌندي دل تي، وجد ٿئي ٿو طاري ڪوئل.
تنهنجي ڪوڪ سان، ڏيهہ ڏڪي ٿو، زمزن، غمزن واري ڪوئل.
تنهنجا ترانا، اهلِ دل تي، ٻار وجهن ٿا ٻاري ڪوئل.
نغمن سان ٿي درد رسائين، تنهنجي درد سان ياري ڪوئل،
سوز پيو آهي، ساز پيو آهي، سُر ۾ ٻڌل آ ساري ڪوئل،
دردمندن جي هار هميشہ، تنهنجي راند ۾ ساري ڪوئل.
تنهنجا نغما ڏين ٿا آٿت، گهڙي نہ وجهہ تون گهاري ڪوئل.
تنهنجا ترانا دلڪش آهن، منهنجي دل تو ڌتاري ڪوئل.
تون ٿي بهار جا نغما ڳائين خزان وسائي واري ڪوئل.
تو ڪي طرز ڏسي ڪنهن آهي؟ ڏيهہ ڪي ڏس هشياري ڪوئل.
ڏيهہ ڏنگي ۾ آلاپن سان، تو آ دلڙي ڏاري ڪوئل.
ڌوئي هٿ، ڪڏ لڳو اتيئي، تنهنجي پويان ماري ڪوئل.
تنهنجي مارڻ خاطر "اظهر"، ماري ڇو جڪ ماري ڪوئل؟

منهنجون يادون، تنهنجا ترانا،
آڻن آڏو، اڳيان زمانا.

(اسلام آباد. 6 مارچ 1980ع)

# ڀَونر

ڀَونر ٿو باغ ۾ سوز سان ڳائي، دردمندن جو درد وڌائي،
ٻوڙي گل سان ڀاڪر پائي، گل جي لبن سان لب ٿو لڳائي،
مِٺيءَ سان گل جي چوسي ٿو رس،
ڄڻ تہ پيئي ٿو شربت ”نورس.“
ڀَونر گهمرن ۾ ايندو آهي، چاهہ سان چڪر ڏيندو آهي،
سڪ ۾ ساهہ جهٽيندو آهي، اثر هو پاڻ سان نيندو آهي،
چون ٿا ”ڦيرو روح ڪري ٿو،
پنهنجا پويان ڏسڻ اچي ٿو.“
ڀَونر ٿو جوڙي ڪاني ۾ گهر، ان ۾ لڪائي رکي ٿو شڪر،
شڪر جو آ ڪنڊ سان ٽڪر، چون ٿا ”ڪاڻ ۾ آ بهتر“،
ڏسن ٿا ان کي غور سان شائق،
محنت آهي داد جي لائق.
گل جي محفل جو رهواسي، گل جي زلفن ۾ پيو آ ڦاسي،
گل جي عشق ۾ آهہ اُداسي، رنگ جو ڪارو، هلڪو قاسي،
شيدي باغ ۾ ناچ ڪري ٿو،
گل جي حسن جو واس وني ٿو،
گل جي ڇاتيءَ سان آ ڇاتي، گل جي عشق ۾ اُن جي حياتي،
گل مان اُن آ عزت پاتي، گل سان ذوق رکي ٿو ذاتي،
پنهنجي ٻوليءَ ۾ ٿو ٻڌائي،
گل جا ”اظهر“ گيت ٿو ڳائي.

(ميرپورماٿيلو. 9 - فيبروري 1980ع)





# ڪوريئڙو

ڪوريئڙو ڪيئن ڄار اُڻي ٿو، حساب سان هر تند رکي ٿو.

غور سان ڏسبو خانا پورا، ننيو وڏو ڪو ٻي نه ٿئي ٿو.

اچي شڪار ته ڪائي خوش ٿيان، تاڙ ٻڌي هو ويهي رهي ٿو.

جيت جڻيو جئن ڄار سان لڳندو، فوراً ان ۾ ڦاسي پئي ٿو.

آزادي جي خاطر پنهنجا، جئن جو هو هٿ پير هٽي ٿو.

جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ۾، ڄار ۾ ويتر ڦاسي پئي ٿو.

سڀ ڪي ساهه پيارو آهي، ڦٽڪي ڦٽڪي ساهه ڏئي ٿو.

"**اظهر**" پهچي ڪوريئڙو اُت، ان کي پنهنجو قوت ڪري ٿو.

هڪ جي موت ۾ ٻئي جي حياتي،
حال ڏسي هي ڄڄي ٿي ڇاتي.

(انفارميشن آفيس، سکر، 3- فيبروري 1980ع)

# [ مڇر ]

سانوڻ آيو، مڇر آيو، ماڻهن کي ان خوب ستايو،
ڏنگ هڻي بيمار بڻايو، دوا جو هٽ ۾ دُنگ ڪٽايو،

وري پيو "ويدن" جو وارو،
سُئي هڻڻ جي مارا مارو.

بدن تي مڇر قدم رکي ٿو، رَتُ ٿو چوسي، ڏنگ هڻي ٿو،
رت ۾ پنهنجو زهر گڏي ٿو، ماڻهو فوراً ڪنگهڻ لڳي ٿو،

بت ۾ ٿيندي چلول آهي،
طبع ٿي ويندي ملول آهي.



ڪيو مڇر نمرود تي حملو، نڪ ۾ پيئو تڪڙو تڪڙو،
ڪري پيو ۽ ٿي ويو ڪيرو، ويو جهنم ڏي، ٿي بڇڙو،

ڏسو مڇر هڪ شاهه کي ماريو،
اوهان جهڙپ ڪان پري گذاريو.

جي هيءَ آفت سر تان ٽاريو، ڪڏن ۾ تيل مٽي جو هاريو،
ٿئي جي ڪچرو باهه کي ٻاريو، ڪريو صفائي ملڪ سڌاريو،

پلنگ تي "اظهر" ٻڌو مَهارو،
ڪيو نه ڪونين ڪان ڪنارو.



(قصرالادب، گھوٽڪي، 28 ڊسمبر 1979ع)

# [شمع ۽ پروانو]



شمع جو عاشق پتنگ ڪي ڪونن، جوت ۽ جوهر ڏسي اچي ٿو.
حسن ۾ چقمق جي آ طاقت، ڪشش تي عاشق ڇڪجي اچي ٿو.
عشق گهڻن جا ڪنڌ ڪپايا، هو پي ناچو نچي اچي ٿو.
مرد ڪي موٽڻ مهڻو آهي، رنگ انهيءَ ۾ رچي اچي ٿو.
ڪٿي به رڪجڻ وارو ناهي، سيبئي پولا پچي اچي ٿو.
حسن جي اڳتان، جيت به هار آ؟ ڪهڙو بازي ڪٽي اچي ٿو؟
سورهه سر جو سانگو لاهي، اچي ٿو سينو ڪڍي اچي ٿو.
باهه نه "ابراهيم" ڪي ساڙيو، انهيءَ غرض سان ڪهي اچي ٿو.
باهه ۽ پاڻي ازل کان دشمن، ڪير انهن کان بچي اچي ٿو؟

شمع پتنگ سان ڪِيس ڪيو آ،
ڪٽنب سڄو ٿي خاڪ ويو آ.

شمع سوين پروانا ساڙيا، مئن جو بدلو وٺڻ اچي ٿو.
شمع ته ساڙڻ لاءِ سڙي ٿي، سڙي سڙي هي سڙڻ اچي ٿو.
ڇا جو عشق، ۽ ڇا جي الفت؟ ميدان ڪي سَر ڪرڻ اچي ٿو.
غيرت جو هو صاحب آهي، غيرت جو ڏس ڏيڻ اچي ٿو.
زالين، مردين عشق ٿئي ڪٿ؟ هي ته بتيءَ سان وڙهڻ اچي ٿو.
ڏيهه ڏنگي ۾ ظلم جي ابتڙ، علم ڪي اوچو ڪرڻ اچي ٿو.
جار جهاد جو جيءَ ۾ جرڪي، موت ڏسي پي مرڻ اچي ٿو.
تِري تي سر، ۽ قدم ۾ برڪت، غازيءَ ڪي ڪٿ هڻڻ اچي ٿو؟
لڙندو، مرندو، شهيد ٿيندو، نالو زنده رکڻ اچي ٿو.

ذره ذره لڙندو پتنگ ٿي،
آڻ مچيندو ظالم تنگ ٿي.

(ڪراچي يونيورسٽي، 13- ڊسمبر 1979ع)

## [جهنگ جي جهرڪي]

آئي آهي جهنگ جي جهرڪي،
پرڙا ساهي جهنگ جي جهرڪي.
ڪڪ ۽ اگڙيون گهر ۾ آئي،
گهر ٿي ناهي جهنگ جي جهرڪي.
گهر جي اندر، آڪيري ۾،
آنا لاهي جهنگ جي جهرڪي.
جيت جڻيا ٿي ڏئي ٻچن کي،
واندي ناهي جهنگ جي جهرڪي.

---

شور مچائي جهنگ جي جهرڪي،
سر ٿي ڪپائي جهنگ جي جهرڪي.
ولر ڪيو ٿي پوک تي پهچي،
انَ ٿي کائي جهنگ جي جهرڪي.
سنگ مان، انَ جا داڻا کائي،
ٻچڙ بنائي جهنگ جي جهرڪي.
ڪانياڻيءَ ۽ ڪٽ جو ٽڙڪو،
ڇڏي اُٿائي، جهنگ جي جهرڪي.

---

ٻار وٺن ٿا جهنگ جي جهرڪي،
وٺي ڪُهن ٿا جهنگ جي جهرڪي.
گهڻا ڪباب ڪري ٿا کائن،
گهڻا رڌن ٿا جهنگ جي جهرڪي.
هٿ ۾ اچڻ سان سياڻا، سمجهو،
فقط ڏسن ٿا جهنگ جي جهرڪي.
جن جي روح ۾ رحم اي "اظهر"،
ڇڏي ڏين ٿا جهنگ جي جهرڪي.

(ڪوٽ پل. 23- جنوري 1980ع)

## [شريف آدمي]

شريف آدمي سر جهڪائيندو ناهي،

هو بندي کي مولا بڻائيندو ناهي.

حقيقت کي هرگز لڪائيندو ناهي،

وڌائيندو ناهي، گهٽائيندو ناهي.

---

سخن بي ريا آ چئي ڏيندو آهي،

جو دل ۾، زبان تي اهو ايندو آهي.

نہ مرعوب ڪنهن کان، ڪڏهن ٿيندو آهي،

ترانا خوشامد جا ڳائيندو ناهي.

---

هو ظاهر ڪري ٿو، جا آهي حقيقت،

ڪٿي جي حضور آ، منيان اُن جي عادت،

ٿي هر لفظ ان جي مان چمڪي صداقت،

فقط ها ۾ ها هو ملائيندو ناهي.

---

خوشامد پسندن کان هو وڃي ٿو،

غلط آدمين کان ڪنارو ڪري ٿو.

نہ سائين سڏائي، نہ سائين سڏي ٿو،

هو ڪنهن کان خوشامد ڪرائيندو ناهي.

هو سر ڏيندو، جي دوست ڪنهن کي سڏي ٿو

هڙان ۽ وڙان ان کي "اظهر" اڏي ٿو.

هو ٿورو ڪري ٿو، وساري ڇڏي ٿو،

هو احسان پنهنجو جتائيندو ناهي.

(قصرالادب، گهوٽڪي، 23- جولاء 1978ع)

# مور چمن ۾ ناچ ڪري ٿو!

مور چمن ۾ نــاچ ڪــري ٿو.
پنهنجي فــن ۾ برک لڳي ٿو.
ناچ ڏسڻ جـي دعوت ڏي ٿو،
ناچ ڪـري هـو داد وني ٿو،
سُرَ ۽ تار ســان پير ڪٽي ٿو،
مور چمن ۾ نــاچ ڪـري ٿو.

قــدم قــدم ۾ نــاز نزاڪت،
ٻَڪي ڪنهن مان حسن ۽ صورت،
هر هڪ نقش مان ظاهر زينت،
ڪاريگر جي ڏسجي صنعت،
نقش دلين کي ڇڪي وني ٿو،
مور چمن ۾ نــاچ ڪـري ٿو.

مور جا ڪنپ عبرت سان ڏسجن،
مور جا ڪنپ ٻولـي تا ونجن،
مور جا ڪنپ قـرآن ۾ وجهجن،
مور جا ڪنپ روضـي ۾ رکجن،
اُن جي ڪنهن مان پکو جڙي ٿو،
مور چمن ۾ نــاچ ڪـري ٿو.

مـــور اڪيلائيءَ ۾ رهي ٿو،
جڏهن اڪيلو تــنــگ ٿئي ٿو،
جوش مان هو "جُهنگار" ڪري ٿو،
ڊيل کي اهڙي ريت سڏي ٿــو،
وڇڙيل ساٿي سڏي گــڏي ٿــو،
مـــور چمن ۾ نــاچ ڪري ٿو.

ان تي مستي طــاري ٿئي ٿي،
ٻُوڙهن جي هڪ تــار هلي ٿي،

قرب ســان موتي ڊيل جهٽي ٿي،
اُن مــان گويا وِڄهي وڏي ٿي،
رنــگي ڪيڏو رنــگ رکي ٿو؟
مـــور چمن ۾ ناچ ڪري ٿو.

اُنَ جي پرن تــي سون ڇڙهيل آ،
لباس تن تــي سهڻو ڊڪيل آ،
تــاج زمــرد جــوئــي جڙيل آ،
ڇٽڪ چمن ۾ گهوٽ سڏيل آ
گهوٽ کي سهڻو موڙ لڳي ٿو،
مـــور چمن ۾ نــاچ ڪري ٿو.

مـــور ته مـــور اي "اظهر" آهي،
اُن سان ٻکي ڪٽ سينو ساهي؟
پـــرن جـي آڏو نيلم ڇــاهي؟
پيرن کي جڏن ڏسي ٿــو ناهي،
ڪارنهه ڏسندي گـــجَ ٻري ٿو،
مـــور چمـــن ۾ نـــاچ ڪري ٿو.

(فيض هوٽل، [illegible] 1980ع)



# [هوائي جهاز]

اي سمجهو متي ڏس تون هيڪر نهاري،
جهاز آسمان ۾ جيڏي باهہ ٻاري.
تو شهزادو هو آسمان جو چوائي،
۽ بحرن جو تارُو تکو ٿو سڏائي.
فرشتو ستارن جو سڏجي سراسر،
هُو تارن جي دنيا جو آهي پيمبر.
فضائن ۾ ڊِک ڊوڙ اُن جي رهي ٿي،
انهيءَ مان ترقيءَ جي صورتَ بکي ٿي.
هُو اُپ جا ڪنارا ڪڇيندو رهي ٿو،
۽ طواف شهرن جو ڏيندو رهي ٿو.
هُو ڪڪرن جي سيني کي چيري چڙهي ٿو
پهاڙن جي چوٽين کان اوچو هلي ٿو.
هُو خشڪي، ترِيءَ جو نہ ڳِيجھو رهي ٿو،
نہ رڻ پٽ، نہ جهنگل، نہ پَٽ کي ڏسي ٿو.
هلي ڏاڍو تکڙو ٿو، هو تيزگام آ،
ٿئي صبح لنڊن، ڪراچيءَ ۾ شام آ.
هوا جي ٿڦڙن کان واندو نہ آهي،
وجي راڳ ڳائيندو منزل ڏي ڪاهي.
مسافر سفر ۾ نہ ٿيندو پريشان،
سفر جي ٿو مشڪل، ڪري وڃي ٿو آسان.
نہ ڳجهہ جو انهيءَ سان آ پرواز پهچندو،
نہ پهچندي سرڻ، ۽ نہ شهباز پهچندو.
نڪي ساهہ وارو، نہ پردار "اظهر"،
مگر هو پکين جو آ سردار "اظهر"



(سکر نئون. 25- مارچ 1980ع)

## [گرامو فون]



واڄو واڄٽ ڪيو وڃي ٿو،
روح رنجل کي راحت ڏي ٿو.
هڪڙا گراموفون سڏن ٿا،
ٻ پيا فونو ان کي چون ٿا.
چابي ڏيئي ٿالهي رکبي،
زباني، سُئيءَ جي آڌر وڄبي.
راڳ ٻڌڻ ۾ ايندا سُندر،
گيت ڳائيندو "ماسٽر چندر".
ڪڏهن "منو" ٿو منڙو ڳائي،
ڪڏهن "منور" ٻول ٻڌائي؟
"ڪنور" اوچو ٿو ڳائي ڏاڍو،
ان ڏي ڪيندي دل آ ڪاڍو.
ڪڏهن "ٺوناري" تان هڻي ٿو،
ڪڏهن هو سُر جي ڇيڙ ڪري ٿو.
"جيوڻي" ٽيهڙ تي ٿي ڳائي،
"بيگم" خرج ۾ پاڻ ملهائي.
ڪڏهن ٿي سوز سان ڳائي "ثريا"،
ڪڏهن انبال واري "زهرا".



ناچ لئي ٿو ڇيريون ڇمڪن،
مينڊيون، مرڪون، تانون ٻڌجن.
ساز، سرود، وڄن تا سُر سان،
وڄن ادائي تارءِ گُر سان.
راڳي راڳ وڏا ٿا ڳائن،
ڪڏهن هنڊول، ملهار، ٻڌائن.
"شاهه" جون "اظهر" وايون ٻڌجن،
"تارڪ" جون ٿيون ڪافيون ٻڌجن.

(حاجي ڳوٺ 29- فيبروري 1980ع)

# [ريڊيو]



اڇو وڇايون پيارو ريڊيو،
ساهه جو آهه سهارو ريڊيو.
صاف وڃڻ ۾ ڏاڍو پختو،
فلپس جو آهي ڪارو ريڊيو.

---

وهه جو ريڊيو راڳ ٻڌائي،
ڪيئي رنجل تو روح ريجهائي.
راڳ غذا آ روح جي بيشڪ،
روح کي طاقت راڳ رسائي.

---

ريڊيو مان آواز اچي ٿو،
سُرَ سان هرهڪ ساز وڄي ٿو.
ڇيرين جو ڇمڪار ڇمان ڇم،
گُر ۽ تار تي ناچ نچي ٿو.



---

بي.بي.سي خبرون ٿي ٻڌائي،
دهليءَ مان ٿو سونو ڳائي.
ڪو ٿو روس مان ٻولي ۽ ڪو،
آمريڪا مان شور مچائي.
هوا جي حرڪت سان آ حرڪت،
حرڪت جي آ باعث برڪت.
پڇي وڃي آواز ڪٿي ٿو؟
"اظهر" قادر جي آ قدرت.

(ڪامران هوٽل پنڊي. 4- مارچ 1980ع)

# [ٽي- وي]

منهنجي ڏس اي حيدر ٽي.وي،
ڪهڙي آهي بهتر ٽي.وي؟

آندي سکر شهر مان آهي،
ادي وڏي اختر ٽي.وي.

سهڻي ٿي تصوير پسائي،
ڏاڍي وڻندڙ سندر ٽي.وي.



نوان نظارا نظر اچن ٿا،
قدرت جو آ مظهر ٽي.وي

دنيا جي هرچيز ڏسون ٿا،
عجب ڏيکاري منظر ٽي.وي.

شام ٿئي ٿي ڏسڻ اچن ٿا،
پاڙي وارا چوڪر ٽي.وي.

جهنگل ۾ جڻ منگل آهي،
پهچي ويئي گهر گهر ٽي.وي.

سيارن جي ذريعي رانديون،
پيش ڪري ٿي اڪثر ٽي.وي.

ناٽڪ، فلم ۽ خبرون، خاڪا،
ڏيکاري ٿي هر هر ٽي.وي.

زر وارن کي آهه سهوليت،
وٺي نه سگهندا بي زر ٽي.وي.



عالم، فاضل، تقريرون ڪن،
پيش ڪري ٿي گوهر ٽي.وي.

شاعر، راڳي، اديب، افضل،
ڏيکاري ٿي "اظهر" ٽي.وي.

ڪئي ترقي بيشڪ انسان،
ان کي طاقت بخشي يزدان.

# [شام جو نظارو]

ڊوڙي ڊوڙي ڏينهن جو سج آ لڪو،

شام جو ڌرتيءَ جي جهوليءَ ۾ لڪو.

ماڪ ۾ مَنجي ويو، جو شور هو،

آيو موٽي، جيڪو ٻاهر ڊور هو.

مينهن، ڳئون، رڍ، ٻڪري، اُٺ آيو چري؛

صبح جو سيني ڪي وجھو آ وري.

وئي هوا جي جلدبازي ختم ٿي،

وڻ سمهيا ۽ پن انهن جا پيا جهڪي.

محنتي ماڻهو وريا محنت ڪري،

سيڌي ۽ سامان جو ٿيلهو ڀري.

جهرڪيون آکيرن ۾ پهچي ويون شتاب،

بند ٿيلهي ۾ ڪيا ٻارن ڪتاب.

ڪُرڪندي ڪڪڙيون کُڏي ۾ ويون گهڙي،

رات جي آرام جو الڪو رکي

چَوطرف چپ چاپ جو پهرو لڳو.

"ننڊ ڪريو" هي وقت جو آ گهنڊ وڳو.

ننڊ اچي ٿي، صرف آ ليٽڻ جي دير،

صبح جو اسڪول وڃڻو آ سوير.



(قصرالادب، گهوٽڪي، 10- جنوري 1980ع)

# ٻارن جي دعا

آهين تُون تعريف جي لائق خدا،
رزق عالم کي تُو ڏين صبح و مسا.
بادشاهه توکان سوا، ڪوئي نه ٻيو،
مرتبو سڀ کان سندءِ اعليٰ ٿيو.
خاڪ مان پيدا ڪرين، ميوا مٺا،
مينهن اُڀ تان، تُو وسائين خير جا.
تو بڻايو ڏينهن محنت واسطي،
رات بخشي، خوابِ راحت واسطي.
پنهنجي مرضيءَ تي هلائج هرگهڙي،
پنهنجو مستانو بڻائج هر گهڙي.
شوق ڏي پيءُ، ماءُ جي خدمت ڪريون،
هر ننڍي سان پيار ۽ اُلفت ڪريون.
ڏي وڏن جي لءِ ادب دل ۾ عيان،
۽ رهن اُستاد، سڀ تي مهربان.
سچ چوڻ جي سگهه ڏي، سڀ کي سچ چئون،
سچ چوڻ ۾ ڪينَ ڪنهن کان ڊڄون.
علم جي ليليٰ جو ديوانو بڻاءِ،
زندگي پر نيڪ رستي تي هلاءِ.
قوم جي خدمت ۾ قائم آ نشان،
سر نثار "اظهر" ٿئي پاڪستان تان.



(مرحبا هوٽل، ڪوهه مري. 5- اپريل 1980ع)

# تعارف



زندگيءَ جون ستاسي بهارون ماڻيندڙ جهور جهونو جوان، باڪمال اديب، شاعر، صحافي ۽ موسيقيءَ جو ڄاڻو **سيد اظهر گيلاني**، سنڌي زبان جي خدمت ڪندو ٿو اچي، سنڌس ادبي پورهئي تي نظر ڪبي، ته اسان کي ڪيترائي بي بها موتي چمڪندي نظر ايندا. **سيد اظهر گيلاني** صاحب 212 ڪتابن جو مصنف آهي، جن مان 19 رديف وار ديوان سنڌيءَ ۾ ۽ هڪ اُردوءَ ۾ پڻ آهي. علم عروض جو وڏو ڄاڻو آهي. هر صنف سخن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. آءٌ ڪيس ان وقت کان سڃاڻان جڏهن آءٌ 20 ورهين جو هئس ۽ ادبي ميدان ۾ بانبڙا پائي رهيو هئس. **سيد اظهر گيلاني** هڪ بهترين انسان، سٺو دوست ماڻيٽي طبيعت جو مالڪ ۽ استاد الشعراءُ آهي. "جمعيت الشعراءُ" سنڌ جو صدر ٿي رهيو آهي. سائين اظهر گيلاني سنڌ جو اهو پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن جا ڪلام 1936ع کان 1938ع تائين ٻه سال لڳاتار ريڊيو اسٽيشن دهليءَ تان نشر ٿيندا رهيا. پهريون سنڌي اناؤنسر ۽ پهرين سنڌي فلم "ايڪتا" جو شاعر، مڪالمہ نگار هجڻ جو اعزاز ٻہ ڪيس ئي حاصل آهي. سنڌي زبان جي سٺن اخبارن جي ادارن جا فرائض نهايت حسن ۽ خوبيءَ سان ادا ڪري چڪو آهي. هزماسٽرس وائيس رڪارڊنگ ڪمپني دهلي، ينگ انڊيا رڪارڊنگ ڪمپني بمبئي، ڪولمبيا رڪارڊز ڪمپني لاهور جو آفيسر ۽ شاعر ٿي رهيو آهي. ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ جي سنڌي سيڪشن جو انچارج رهي چڪو آهي. صوبائي سطح تي وقت ٻہ وقت ادبي ۽ سياسي جماعتن جو عهديدار چونڊبو رهيو آهي.

**سيد اظهر گيلانيءَ** جتي وڏن لاءِ گهڻو ادبي ڪم ڪيو آهي، اتي هن ٻارڙن کي ٻہ نہ وساريو آهي. سيد اظهر جو هيءَ ڪتاب ٻارڙن لاءِ آهي. اميد تہ ٻارڙا هن ڪتاب مان گهڻو فيض حاصل ڪندا.

**غلام محمد غازي**

